مسجدِ نبوي ﷺ

# اعتكاف

بقلم


پیر طریقت رہبرِ شریعت

حضرت پیر محمد کرم اللہ قادري نقشبندي

المعروف دلبر سائين مدظله العالي

خانقاهِ عاليه فضل آباد شريف ماتلي


Scanned with CamScanner



وَلَا تُبَاشِرُوْهُنَّ وَاَنْتُمْ عٰكِفُوْنَ ۙ فِی الْمَسٰجِدِ ؕ (البقرة: 187)

۽ اوهان گهر وارين سان مباشرت (صحبت) نہ ڪيو جڏهن اوهان مسجدن ۾ اعتڪاف جي حالت ۾ هجو.

(مسجد نبوي ۾)

# اِعتِكَافُ

بقلم

حضرت پير دلبر سائين دامت برڪاتہ

Scanned with CamScanner



كتاب جا جملي حق ۽ واسطا جامعہ مدينة العلم ملير ڪراچي
وٽ محفوظ آهن.

---

ڪتاب جو نالو : مسجد نبوي ۾ اعتڪاف

تاليف : پيرِ طريقت محمد ڪرم الله.
"دلبر سائين" دربار فضل آباد ماتلي.

ڇاپو : پهريون.

تعداد : يارهن سو .

تاريخ : شعبان 1438 ھ

ڇپائيندڙ : فقير محمد نواز مجذوب .

ناشر : جامعہ مدينة العلمُ ملير ڪراچي.

هديو : =/100 روپيہ

# خوشخبري

دلبر سائين جا ڪتاب پڙهڻ، سندن بي مثال تقريرون ٻڌڻ لاءِ،
دنيا جي هر گوشي ۾ حاضر آهي:

www.peerdilbar.com

Scanned with CamScanner






Scanned with CamScanner

Scanned with CamScanner

Scanned with CamScanner

Scanned with CamScanner



# پيش لفظ

اَلْحَمْدُ لِلّٰهِ وَحْدَهُ وَالصَّلٰوةُ وَالسَّلَامُ عَلٰى مَنْ لَا نَبِيَّ بَعْدَهُ

وَلَا رَسُوْلَ بَعْدَهُ. اَمَّا بَعْدُ:

هي فقير پُر تقصير ڪمتر ۽ ڪمتر ڪرم الله پنهنجي خالق ۽ مالڪ جا ڪهڙا ڪهڙا ڳُڻَ ڳائي ۽ شڪر ادا ڪري جنهن مون مٿان پنهنجي ڪَرمن جا ڪڪر سانوڻي جي مينهن مثل وسائي ڇڏيا آهن ۽ هر پل وسندا ئي رهن ٿا. انهن اپار انعامن ۽ احسانن تي منهنجو گردن هر وقت الله جي حضور ۾ شڪراني طور جُهڪيل آهي. انهن بي مثال مهربانين مان هڪ هيءَ بہ جو مون ڪي مديني پاڪ ۾ مسجد نبوي شريف ۾ هن سال اعتڪاف جي سعادت نصيب ڪيائين. ان اعتڪاف ۾ مونۡ مسجد نبوي شريف جو ماحول ڪيئن ڏٺو؟ ان بابت هنن صفحن ۾ مون پنهنجا مشاهدا لکيا آهن ۽ ان سان گڏ اعتڪاف جي اهميت حقيقت ۽ ڪجهہ اهم شرعي مسائل لکيا آهن. جيئن ماڻهن کي هن عبادت جو ذوق ۽ شوق نصيب ٿئي. من ڪو مؤمن حرمِ نبوي ۾ وڃي اعتڪاف ويهي تہ اها مون لاءِ خوش بختي ۽ خوش نصيبي هوندي.

محمد ڪرم الله مدني

حال معتڪف مسجد نبوي شريف.

رمضان المبارڪ 1436هہ

# اعتڪاف ڇا آهي؟

علماءِ ڪرام فرمايو تہ اعتڪاف جون ٻہ معنائون آهن. پهرين لغوي يا لفظي معنيٰ ٻين اصطلاحي يا شرعي معنيٰ.

## 1. لُغوي معنيٰ:

اعتڪاف عربي ٻولي جو لفظ آهي، ان جي معنيٰ ٿيندي.

اَلاِقَامَةُ، يُقَالُ عَكَفَ بِالْمَكَانِ اِذَا قَامَ بِهِ وَالْمَعْكُوْفُ الْمَحْبُوْسُ.[1]

ٽڪڻُ يا رهڻُ يا ترسڻُ جڏهن ڪو ماڻهو ڪنهن جاءِ تي رهي پوندو آهي تہ ان کي اعتڪاف سڏيندا آهن. پابند ٿي ويهڻ چوندا آهن.

## 2. شرعي معنيٰ:

شرعي ۽ ديني اصطلاح ۾ :

اَلْمُكْثُ فِي الْمَسْجِدِ مِنْ شَخْصٍ مَخْصُوصٍ بِصِفَةٍ مَخْصُوصَةٍ.[2]

ڪنهن مخصوص ماڻهو جو ڪنهن مخصوص طريقي سان (الله جي قُربت حاصل ڪرڻ لاءِ) مسجد ۾ ويهڻ اعتڪاف آهي.

شريعت ۾ الله جي عبادت جي نيت سان ڪنهن مسجد ۾ رڪجي وڃڻ يا ويهڻ کي اعتڪاف چيو ويندو آهي. اهو گهر وارين سان مباشرت کان رڪجي وڃڻ ۽ الله جي گهر جو مجاور بنجي ويهڻ آهي.

---

[1] حلية الفقهاء لإبنِ فارس ص: 110

2 شرح النووي على مسلم (8/66) طرح التثريب في شرح التقريب (4/166)

Scanned with CamScanner

قرآن مجيد ۾ به ڪن خاص پائبندين سان ڪنهن ماڻهو جي مسجد ۾ ويهڻ کي اعتڪاف سڏيو ويو آهي. جيئن رب العالمين ﷻ فرمايو:

وَلَا تُبَاشِرُوْهُنَّ وَاَنْتُمْ عٰكِفُوْنَ ۙ فِي الْمَسٰجِدِ ؕ (البقرة: 187)

۽ اوهان گهر وارين سان مباشرت (صحبت) نه ڪيو جڏهن اوهان مسجدن ۾ اعتڪاف جي حالت ۾ هجو.

جيئن ته اعتڪاف "عڪوف" مان نهيو آهي جيڪو رڪجڻ يا قائم رهڻ يا مجاور ٿي ويهڻ جي معنيٰ ۾ اچي ٿو. رب تعاليٰ فرمايو:

فَاَتَوْا عَلٰى قَوْمٍ يَّعْكُفُوْنَ عَلٰٓى اَصْنَامٍ لَّهُمْ (الأعراف: 138)

سو اهي هڪ اهڙي قوم وٽ آيا جيڪي پنهنجي بتن جا مجاور بنجي ويٺل هئا.

## اعتڪاف جي تاريخ:

عهدِ قديم کان انبياءِ ڪرام جي امتن ۾ اعتڪاف جو اهتمام ڪيو ويندو هيو. قرآن ۾ آهي ته الله ﷻ پنهنجي ٻن جليل القدر پيغمبرن ڪعبي جي معمارن کان عهد ۽ اقرار ۽ انجام ورتو هيو ته اهي سندس گهر کي پاڪيزه رکندا طواف ڪرڻ وارن لاءِ ۽ اعتڪاف ويهڻ وارن لاءِ ۽ رڪوع ۽ سجدن ڪرڻ وارن لاءِ. رب پاڪ فرمايو:

وَعَهِدْنَآ اِلٰٓى اِبْرٰهٖمَ وَاِسْمٰعِيْلَ اَنْ طَهِّرَا بَيْتِيَ لِلطَّآئِفِيْنَ وَالْعٰكِفِيْنَ وَالرُّكَّعِ السُّجُوْدِ ﴿۱۲۵﴾ (البقرة: 125)

۽ اسان ابراهيم ۽ اسماعيل کي تاڪيد ڪيو ته منهنجي گهر کي طواف ڪندڙن ۽ اعتڪاف ڪندڙن ۽ رڪوع، سجدن ڪرڻ وارن لاءِ پاڪ بنايو.

Scanned with CamScanner



## اعتڪاف جا قسم

اعتڪاف ٽن قسمن جو آهي.

### 1. اعتڪاف فرض:

اهو باس جو اعتڪاف آهي، جڏهن به ڪو ماڻهو اعتڪاف ويهڻ جي باس باسي ته هاڻي ان جو ادا ڪرڻ مٿس فرض آهي. ان اعتڪاف ۾ روزو شرط آهي ۽ ان جي مدت گهٽ ۾ گهٽ هڪ ڏينهن ۽ رات آهي. وڌيڪ مدت باس باسڻ واري مٿان آهي.

### 2. اعتڪاف سنت:

اهو رمضان المبارڪ جي ويهين تاريخ جي عصر نماز کان بعد شروع ٿيندو آهي ۽ عيد جي چنڊ ڏسجڻ تي ختم ٿيندو آهي. حق هي آهي ته رمضان جو اعتڪاف سنت مؤڪده علي الڪفاية آهي. جيڪڏهن پوري ڳوٺ مان ڪو به هڪ اعتڪاف ۾ نه ويٺو ته سيئي تاركِ سنت ليکيا ويندا. جيڪڏهن ڪو هڪ به اعتڪاف ۾ ويٺو ته سڀني جي طرفان ادا ٿي ويندو. ان اعتڪاف ۾ روزو به رکڻو آهي.

### 3. اعتڪاف نفل:

ان ۾ نه روزو شرط آهي نه ان جي مدت مقرر آهي. جڏهن به ڪو ماڻهو ڪنهن به مسجد ۾ وڃي ته چوي: "جيترو وقت به آءُ هن مسجد ۾ آهيان آءُ اعتڪاف جي نيت ڪيان ٿو". ته ان کي نفلي اعتڪاف جو اجر ۽ ثواب ملندو رهندو.



# اعتڪاف جو اجر

اعتڪاف هڪ افضل ۽ اعليٰ عبادت آهي بلڪ عبادتن جو مجموعو آهي. ان جو الله وٽ وڏو اجر ۽ انعام آهي. جيئن ته اعتڪاف ۾ ٻانهو پنهنجي خالق ۽ مالڪ الله سبحانہ وتعاليٰ جي گهر ۾ هوندو آهي ان ڪري اهو ٻاهر وارن گهڻن گناهن کان بچي وڃي ٿو ۽ اعتڪاف دوران اهو جن عبادتن کان رڪجي وڃي ٿو جيئن: بيمارن کان پڇڻ وڃڻ، جنازي ۾ شريڪ ٿيڻ، نيڪ مجلسن ۾ شريڪ ٿيڻ وغيره. تن سڀني عبادتن جو به کيس اجر ڏنو وڃي ٿو. حضرت عبد الله بن عباس ﷺ کان روايت آهي چيائين رسول الله ﷺ اعتڪاف ويهڻ واري بابت فرمايو:

هُوَيَعۡكِفُ الذُّنُوبَ وَيُجۡرَىٰ لَهُ مِنَ الۡحَسَنَاتِ كَعَامِلِ الۡحَسَنَاتِ كُلِّهَا.[1]

اهو (الله جي گهر ۾ ويٺل هجڻ سبب گهڻن) گناهن کان رڪجي وڃي ٿو ۽ ان جي لاءِ (مسجد کان ٻاهر وارين) سڀئي نيڪين ڪرڻ وارن جيترو اجر به جاري ڪيو وڃي ٿو.

گهڻا گناهه ماڻهن سان ميل جول سبب ٿين ٿا. جيئن ڪوڙ، گلا، چغلخوري، زنا، وياج دوکيبازي وغيره وغيره. اعتڪاف وارو انهن برائين کان بچيل رهي ٿو.

[1] سنن ابن ماجه (1/567) المسند الجامع (9/166) البدر المنير (5/770)

Scanned with CamScanner

## ٻه حج ۽ ٻه عمرن جو اجر

حضرت امام زين العابدين پنهنجي والد امام حسين ؓ کان روايت ڪئي ان فرمايو تہ مون پنهنجي والد مولا علي ڪرم الله وجهہ الڪريم کان ٻڌو انهن چيو تہ مون رسول الله ﷺ کان ٻڌو پاڻ فرمايائون:

مَنِ اعْتَكَفَ عَشْرًا فِي رَمَضَانَ كَانَ كَحَجَّتَيْنِ وَعُمْرَتَيْنِ[1]

جنهن ماڻهو رمضان جي ڏهن ڏينهن جو اعتڪاف ڪيو تہ اهو ٻن حجن ۽ ٻن عمرن جي برابر آهي.

## ساري زندگي جي گناهن جي معافي:

اعتڪاف ويهڻ ڪو معمولي عمل نہ آهي پر اگر ڪو ايمانداري ۽ الله جي رضا خاطر اعتڪاف ويهي تہ ان جي ساري زندگي جي گناهن کي معاف ڪيو وڃي ٿو. جيئن حديث ۾ آهي رسولِ محترم، هاديءِ عالم ﷺ ارشاد فرمايو تہ:

مَنْ اِعْتَكَفَ إِيْمَانًا وَاِحْتِسَابًا غُفِرَ لَهُ مَاتَقَدَّمَ مِنْ ذَنْبِهِ.[2]

جنهن ماڻهو ايمانداري ۽ ثواب جي نيت سان اعتڪاف ڪيو تہ ان جا گذريل (زندگي جا) گناهہ معاف ڪيا وڃن ٿا.

سبحان الله ! الله ڪريم شال هر مسلمان کي نصيب فرمائي

---

1 شعب الإيمان (5 / 436) تفسير الثعلبي - الكشف والبيان عن تفسير القرآن (2 / 82) فيض القدير (74/6) كنز العمال (530/8) جامع الأحاديث (9/20) الترغيب والترهيب للمنذري (96/2) المداوي لعلل الجامع الصغير وشرحي المناوي (192/6)

2 كنز العمال (530/8)

Scanned with CamScanner

## جھنم کان دوري ۽ جنت ۾ حضوري:

رسول الله ﷺ جو سوٽ سيدنا عبد الله بن عباس رضي الله عنه هڪ ڀيري مسجد نبوي ۾ اعتڪاف ۾ ويٺل هيو تہ هڪ شخص وٽس آيو، ڪيس سلام ڪري ويهي رهيو تہ حضرت ابن عباس رضي الله عنه ان کان پڇيو تہ اي فلاڻا ڇا ڳالھ آهي جو اڄ آءُ توکي غمگين ۽ پريشان حال ڏسي رهيو آهيان؟ ان ماڻهو چيو هائو اي رسول الله ﷺ جي چاچي جا فرزند فلاڻي ماڻهو جو مون تي حق آهي (پوءِ رسول الله ﷺ جي قبر پاڪ ڏانهن اشارو ڪري چيائين تہ) هن قبر واري جي عزت جو قسم آهي تہ آءُ ان جو حق ادا ڪرڻ جي سگهہ ساري نہ ٿو سگهان. حضرت ابن عباس رضي الله عنه چيس تہ ڇا ان سان تنهنجي باري ۾ آءُ ڳالهايان؟ چيائين اگر اوهان چاهيو تہ ڀلي. تہ ابن عباس رضي الله عنه اٿيو ۽ مسجد مان ٻاهر نڪرڻ لڳو تہ ان شخص چيس. ڇا اوهان کان وسري ويو آهي جو اوهان اعتڪاف ۾ ويٺل آهيو؟ (۽ اعتڪاف واري کي ٻاهر نڪرڻ درست نہ آهي) تہ ابن عباس چيو تہ مون کان (منهنجو اعتڪاف) وسريو نہ آهي. (پوءِ حبيب ڪريم ﷺ جي قبر ڏانهن اشارو ڪري چيائين) پر مون هن قبر واري کان ٻڌو هيو ۽ ڪين اڃا وڏو وقت نہ گذريو آهي. ائين چوندي حضرت ابن عباس جي اکين مان لڙڪ وهي پيا ۽ چيائين تہ : رسول الله کان مون ٻڌو هيو پاڻ فرمايائون:

مَنْ مَشٰى فِي حَاجَةِ أَخِيهِ وَبَلَغَ فِيهَا كَانَ خَيْرًا مِنِ اعْتِكَافِ عَشْرِ سِنِينَ وَمَنِ اعْتَكَفَ يَوْمًا ابْتِغَاءَ وَجْهِ اللهِ تَعَالٰى

جَعَلَ اللهُ بَيْنَهُ وَبَيْنَ النَّارِ ثَلَاثَ خَنَادِقَ أَبْعَدَ مَا بَيْنَ الْخَافِقَيْنِ[1]

جيڪو ماڻهو پنهنجي ڪنهن ڀاءُ جي حاجت پوري ڪرڻ لاءِ نڪتو ۽ اها حاجت پوري ڪيائين تہ ان لاءِ ڏهن سالن جي اعتڪاف ويهڻ کان پلو آهي ۽ جيڪو ماڻهو الله جي رضا حاصل ڪرڻ لاءِ صرف هڪ ڏينهن جو اعتڪاف ويٺو تہ الله تعاليٰ ان جي ۽ جهنم جي وچ ۾ ٽن خندقن جيترو مفاصلو ڪري ڇڏي ٿو. هر هڪ خندق ايتري پري هجي جيترو مشرق ۽ مغرب پري آهن.

## اعتڪاف لاءِ مسجد جو انتخاب:

اعتڪاف لاءِ اهڙي مسجد جو انتخاب ڪجي جتي صالحين جي صحبت ميسر هجي ۽ جنهن مسجد ۾ پنج وقتي جماعت ۽ جمعو بہ ٿيندڙ هجي. ڇو تہ فقهاءِ ڪرام جي هڪ جماعت چيو آهي تہ اعتڪاف صرف ان مسجد ۾ ويهجي جنهن ۾ جماعت ۽ جمعو ٿيندڙ هجي. اهو چوڻ وارن ۾ حضرت علي، عبد الله بن مسعود، عُروه عطاء، حسن، زُهري وغيره شامل آهن. امام مالڪ بہ ائين فرمايو آهي تہ جنهن ماڻهو تي جمعو لازم ٿئي ٿو ان کي اعتڪاف جامع مسجد کان سواءِ ٻي مسجد ۾ ويهڻ نہ گهرجي. پر فقهاءَ جي هڪ ٻي جماعت چيو آهي تہ اعتڪاف هر مسجد ۾ ويهي سگهجي ٿو اهو قول امام نخعي، ابوسلمہ، شعبي، امام ابوحنيفہ، سفيان ثوري، امام شافعي، امام احمد، اسحاق، ابوثور ۽ دائود جو آهي ۽ اهوئي جمهور جو قول آهي.

---

[1] شعب الإيمان (5/435) المعجم الأوسط (7/221) الترغيب والترهيب للمنذري (2/96) حياة الصحابة (3/169) البر والصلة لابن الجوزي (ص: 240) تاريخ بغداد (5/206)

Scanned with CamScanner

امام بخاري جو بہ اهو نظريو آهي. انهن دليل ۾ جيڪا آيت پيش ڪئي آهي: وَ اَنۡتُمۡ عٰكِفُوۡنَ ۙ فِى الۡمَسٰجِدِ ؕ ان ۾ عمومي طرح هر مسجد ۾ اعتڪاف جو چيل آهي.[1]

پر اگر ڪنهن خوشنصيب کي مسجد الحرام ۾ يا مسجد نبوي شريف ۾ اعتڪاف جي سعادت ملي وڃي تہ اهو سون تي سهاڳو آهي. ڪير ۾ ڪنڊ آهي. تارن ۾ چنڊ آهي. يا وري ڪنهن الله واري جي مسجد ۾ اعتڪاف ملي تہ ان جي صحبت جو شرف نصيب ٿئي ٿو.

**اعتڪاف جي حيثيت ۽ مدت:**

رمضان المبارڪ جي آخري ڏهن ڏينهن ۾ اعتڪاف ويهڻ رسول الله ﷺ جي سنتِ مبارڪہ آهي. جنهن تي پاڻ ڪريم ﷺ هميشہ عامل رهيا. امت کي ان جي اهميت ۽ حيثيت کان آگاهہ ڪيائون. اهو سنت اعتڪاف رمضان المبارڪ جي ويهين تاريخ جي شام کان شروع ٿيندو آهي ۽ شوال جي چنڊ ڏسجڻ وقت ختم ٿيندو آهي. اگر ڪو ماڻهو ويهہ ڏينهن اعتڪاف ويهي تہ اهو بہ سنت مان ثابت آهي. پورو مهينو بہ اعتڪاف ۾ ويهي سگهجي ٿو.

**ويهہ ڏينهن جو اعتڪاف:** ابو هريره رضي الله عنه روايت ڪئي تہ:

كَانَ النَّبِيُّ ﷺ يَعْتَكِفُ فِي كُلِّ رَمَضَانٍ عَشَرَةَ أَيَّامٍ فَلَمَّا كَانَ العَامُ الَّذِي قُبِضَ فِيهِ اعْتَكَفَ عِشْرِينَ يَوْمًا[2]

نبي ڪريم ﷺ هر رمضان ۾ ڏهہ ڏينهن اعتڪاف ويهندا هئا.

---

[1] مرعاة المفاتيح شرح مشكاة المصابيح (165/7)

[2] صحيح البخاري (51/3) مسند أحمد (299/14) البيهقي (516/4) المسند الجامع (201/17)

Scanned with CamScanner

پر جڏهن اهو سال آيو جنهن ۾ پاڻ پردو فرمايائون تہ ان سال پاڻ ويهہ ڏينهن اعتڪاف ۾ ويٺا.

## عورتن جو اعتڪاف:

اعتڪاف مردن توڙي عورتن لاءِ سنت آهي. عورتن جي اعتڪاف ويهڻ لاءِ اهو دليل ڪافي آهي جو رسول الله ﷺ جون گهر واريون امهات المؤمنين اعتڪاف ويهنديون هيون. مرد تہ جماعت واري مسجد ۾ اعتڪاف ويهندو جتي پنج وقت نماز باجماعت ادا ٿيندي هجي. مگر عورت پنهنجي گهر ۾ ڪا جڳهہ صاف ۽ پاڪ ڪري اتي ئي اعتڪاف ويهندي جنهن کي مسجدِ خانہ چوندا آهن.

عَنْ عَائِشَةَ رَضِيَ اللهُ عَنْهَا زَوْجِ النَّبِيِّ ﷺ أَنَّ النَّبِيَّ ﷺ كَانَ يَعْتَكِفُ الْعَشْرَ الأَوَاخِرَ مِنْ رَمَضَانَ حَتَّى تَوَفَّاهُ اللهُ ثُمَّ اعْتَكَفَ أَزْوَاجُهُ مِنْ بَعْدِهِ[1]

حضور اڪرم ﷺ جي گهر ڌياڻي سيده عائشہ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ بيشڪ نبي ڪريم ﷺ رمضان جي آخري ڏهي ۾ اعتڪاف ۾ ويهندا هيا. ايستائين جو الله تعاليٰ حضور ﷺ کي پاڻ وٽ گهرايو. سندن بعد ۾ سندن گهر وارين اعتڪاف ڪيو.

ان هميشگي مان معلوم ٿئي ٿو تہ اعتڪاف سنتِ مؤڪده آهي ۽ جيئن تہ حضور نبي ڪريم ﷺ ان جو امت کي صراحتًا حڪم نہ ڏنو بلڪ ان جي رغبت ڏياريائون.

---

[1] صحيح البخاري (3 / 47) صحيح مسلم (2 / 831) مسند أحمد (41 / 160) السنن الكبرى للنسائي (3/ 377) سنن الدارقطني (3/ 188) السنن الصغير للبيهقي (2/ 128)

Scanned with CamScanner

ان مان اهو بہ معلوم ٿيو تہ اعتڪاف واجب نہ آهي ڇوتہ وجوب جي لاءِ حڪم ڏيڻ ضروري آهي. لهذا هي حديث شريف حنفين جي لاءِ دليل آهي تہ سڀ مسلمان اعتڪاف نہ ڪندا هيا. ان مان معلوم ٿئي ٿو تہ اعتڪاف سنت مؤڪده علي الڪفايہ آهي. ٻي ڳالھ تہ حضرت حبيب ڪريم ﷺ جي ازواج مطهرات هميشہ پنهنجي گھرن ۾ اعتڪاف ڪيو ۽ مسجد نبوي شريف ۾ نہ ڪيائون. سندن گھر وارين مسجد نبوي شريف ۾ هڪ دفعو اعتڪاف ڪيو هيو، اعتڪاف جي لاءِ ڪپڙي جا خيما لڳايا هيائون جن خمين کي پاڻ ڪريم ﷺ بعد ۾ پٽرائي ڇڏيو هيو. فقهاءِ ڪرام فرمايو آهي تہ جيئن تہ عورت پردي سان رهي ڪري مسجد ۾ بہ اعتڪاف ڪري سگھي ٿي مگر ان لاءِ گھر ۾ اعتڪاف ۾ ويهڻ تمام سٺو آهي. ان ڪري عورت پنهنجي گھر واري مسجد ۾ اعتڪاف ويهي پر پنهنجي مڙس يا گھر وارن جي موڪل سان. عورت مسجد الحرام يا مسجد نبوي ۾ يا اهڙي مسجد جتي عورتن لاءِ الڳ انتظام آهي اتي بہ اعتڪاف ويهي سگھي ٿي پر مڙس جي موڪل سان ۽ ڪنهن فتني جو امڪان نہ هجي تہ.

## اعتڪاف جو حڪم:

اعتڪاف جي شرعي اهميت ۽ حيثيت بابت فقهاءَ فرمايو تہ:

مَنْدُوبٌ إِلَيْهِ بِالشَّرْعِ وَاجِبٌ بِالنَّذْرِ[1]

شريعت ۾ مستحب آهي پر ڪو باس باسي تہ ان مٿان واجب آهي.

---

[1] بداية المجتهد ونهاية المقتصد (76/2) مرعاة المفاتيح شرح مشكاة المصابيح (142/7)

چوته حبيبن ڪريمن ﷺ فرمايو آهي ته:

مَنْ نَذَرَ أَنْ يُطِيعَ اللهَ فَلْيُطِعْهُ[1]

جنهن ماڻهو باس باسي ته اهو (ڪنهن به صالح عمل جي ذريعي) الله جي اطاعت ڪندو ته ان کي اطاعت ڪرڻ گهرجي.

اعتڪاف به الله جي قربت حاصل ڪرڻ جو هڪ صالح عمل آهي. سو اگر ڪنهن اسلام آڻڻ کان اڳ به اعتڪاف جي باس باسي هجي ته ان کي به اهو باس وارو اعتڪاف ويهڻ گهرجي. جيئن روايت ۾ آهي هڪ ڏينهن حضرت عمر فاروق رضي الله عنه رسول ڪريم ﷺ جي خدمت ۾ عرض ڪيو ته:

يَا رَسُولَ اللهِ إِنِّي نَذَرْتُ فِي الْجَاهِلِيَّةِ أَنْ أَعْتَكِفَ لَيْلَةً فِي الْمَسْجِدِ الْحَرَامِ فَقَالَ رَسُولُ اللهِ ﷺ أَوْفِ بِنَذْرِكَ[2]

يا رسّول الله مون دور جاهليت ۾ باس باسي هئي ته هڪ رات مسجد الحرام ۾ اعتڪاف ويهندس. (ته ڇا آءُ اها باس پوري ڪيان؟) ته رسول الله ﷺ فرمايس ته پنهنجي باس وجي پوري ڪر.

زمانهءِ جاهليت مان مراد نبي ڪريم ﷺ جي بعثت کان اڳ وارو زمانو آهي. جڏهن اهلِ عرب بلڪل انڌيرن ۾ هيا.

---

[1] صحيح البخاري (8/ 142) سنن أبي داود (3/ 232) مسند أحمد (40/ 86) صحيح ابن حبان (10/ 235) السنن الكبرى للبيهقي (10/ 117) بدائع الصنائع (5/ 85) سنن الدارمي (3/ 1508)

[2] صحيح البخاري (3/ 48) صحيح مسلم (3/ 1277) شرح صحيح البخارى لابن بطال (4/ 167) عمدة القاري شرح صحيح البخاري (11 / 141) مشكاة المصابيح (1 / 648) مستخرج أبي عوانة (4/ 17) السنن الصغير للبيهقي (2/ 129) مسند عبد الله بن المبارك (ص: 107) الإلمام بأحاديث الأحكام (2/ 452) سبل الهدى والرشاد في سيرة خير العباد (9/ 261)

Scanned with CamScanner

گذريل نبين جي تعليم گم ٿي چڪي هئي. ڪن محققن فرمايو ته هتي حضرت عمر جي پاس واري زماني مان مراد اشاعت نبوت کان پهريان وارو زمانو آهي. ڇوته حضرت عمر ﷺ جي اها پاس اسلام جي قبول ڪرڻ کان بعد جي آهي جو پاڻ مسلمان بنجي اها پاس پاسي هيائين مگر پوري ڪري نه سگهيو. ڇو ته مڪي جي ڪافرن جو تمام گهڻو زور هيو، اهي ڪين مسجد ۾ رات گذارڻ نه ڏيندا هيا. اتي ترسڻ ۾ حضرت عمر ﷺ کي جان جو خطرو هيو. (مرقات)

دنيا ۾ لکين مسجدون آهن هر مسجد ۾ اعتڪاف ويهي سگهجي ٿو پر حرمين جي مسجدن ۾ اعتڪاف ويهڻ جو اجر اضافي آهي. ڇو ته اتي هر نماز جو به اضافي ثواب آهي. ته هر صالح عمل جو به واڌو انعام ۽ ثواب آهي.

## اعتڪاف عبادتن جو مجموعو آهي:

توڙي جو اعتڪاف هڪ بدني عبادت آهي. پر جڏهن ڪو حبيبن ﷺ جو حبدار ڏوران ڏيساور ڏوري، پاڙا پيري مڪه مڪرمه ۽ مدينه منوره پهچي ٿو ته ان لاءِ بدني سان گڏ مالي عبادت به بنجي پوي ٿي. ان ۾ انسان دنياوي فڪرات کان فارغ ٿي گهر گهاٽ، ٻچن ٻارن، اهل عيال جون چنتائون پلي الله جي عبادت لاءِ واندو ٿي ويهي ٿو. ان جو قلب ۽ قالب، دل ۽ روح سڀ الله جي ياد ۾ مشغول ٿي وڃن ٿا. اهو الله جي حضوري ۾ قِسمان قِسمين عبادتن جا نياز پريا نذرانا پيش ڪري ٿو. اهو تسبيح ۽ تهليل ۽ تڪبير، تحميد پڙهي ٿو. پنهنجي گناهن، عيبن ۽ عصيان جي معافي منگي ٿو. الله طرف رجوع ڪري ٿو. فرض نمازون باجماعت ۽ نفل باجميعت ادا ڪري ٿو.

Scanned with CamScanner

پنهنجي عصيان ۽ طغيان تي الله جي حضور ۾ معافي وٺي ٿو. فاني دنيا جي علائق ۽ اسباب کان آجو ٿي وڏي سخي جو در وٺي ويهي ٿو. جيئن ڪو مطالبن مڃائڻ لاءِ ڪنهن جي در تي ڌرڻو هڻي ويهندو آهي. چو ته اعتڪاف ويهڻ وارو الله جو مهمان آهي. پنهنجي تڏي جو هر ڪنهن کي ننگ پوندو آهي. تڏي آيل کي ته خون به بخشي ڇڏبا آهن. ته پوءِ ارحم الراحمين ﷻ پنهنجي تڏي آيل کي ڪيئن نه معاف ڪندو ۽ رحمت للعالمين ﷺ پنهنجي اڱڻ آيل مٿان ڪيئن نه مهرِ نظر فرمائيندو! اها سندس صفتِ ڪريمانه آهي.

اڱڻ آيا آيرا، ميرا ڪڻي مُنهن،
ساجن توکي سُنهن، ڍڪين عيب انهن جا.

ڍڪج عيب انهن جا جي تڏي تو آيا،
پانڌ جني پايا، مديون ميٽين تن جون.

عيبن ڀريو آهيان، سخي تون سلطان،
مٺا تنهنجي ماڳ تي ڪمي آهي ڪان،
دلبر ڏي ڪو دان منگتي کي مراد جو.

**خلائق ۽ علائق:**

انسان جيسين جيئرو آهي تيسين خلائق جي علائق ۾ گهيريل بلڪ ويڙهيل ۽ وڪوڙيل رهي ٿو. ايستائين جو خلق جي مشغولي ۾ خالق جي ياد وساري ويهي ٿو. ان لاءِ شريعت پاڪ رب العالمين، خالقِ اڪبر سان تعلق جوڙڻ جو هڪ رستو سيکاريو آهي جيڪو اعتڪاف آهي.

Scanned with CamScanner

## اعتڪاف جا اعمال:

اعتڪاف هڪ موقعو آهي جنهن ماڻهو طرحين طرحين جون عبادتون ڪري سگهي ٿو. جيڪي سنتِ صحيحہ مان ثابت ٿيل هجن. انهن مسنون صالح عملن مان ڪجهہ پيش آهن:

### 1. تلاوت:

اعتڪاف دوران هر مؤمن کي قرآن سان گهڻي محبت رکڻ گهرجي ۽ ان جي گهڻي تلاوت ڪرڻ گهرجي. ڇو تہ اها سنت ۾ بہ آهي تہ اشرف عبادت بہ آهي. قرآن دلين جا زنگ لاهي ٿو. روحن کي منور بنائي ٿو. حضرت حبيب ڪريم ﷺ رمضان ۾ ۽ اعتڪاف ۾ گهڻي تلاوت ڪندا هئا. جبريل بہ آسمانن تان لهي اچي ساڻن. گڏجي تلاوت ڪندو هيو. افضل رسول، افضل مهيني ۾، افضل ڪلام کي، افضل جڳهہ تي، افضل الملائڪ سان گڏجي قرآن جو دور فرمائيندو هيو. جيئن سيدنا ابوهريره رضي الله عنه کان مروي هڪ حديث ۾ آهي چيائين:

كَانَ يُعْرَضُ عَلَى النَّبِيِّ ﷺ الْقُرْآنُ كُلَّ عَامٍ مَرَّةً فَعُرِضَ عَلَيْهِ مَرَّتَيْنِ فِي الْعَامِ الَّذِي قُبِضَ فِيهِ وَكَانَ يَعْتَكِفُ كُلَّ عَامٍ عَشْرًا فَاعْتَكَفَ عِشْرِينَ فِي الْعَامِ الَّذِي قُبِضَ فِيهِ[1]

نبي ڪريم ﷺ تي هر سال ۾ هڪ دفعو پورو قرآن پيش ڪيو ويندو هيو ۽ ان سال جنهن ۾ پاڻ ڪريمن ﷺ هن دنيا تان رحلت فرمائي بہ ٻيرا قرآن پيش ڪيو ويو ۽ حضور اڪرم ﷺ هر سال ڏهہ ڏينهن

---

[1] صحيح البخاري (6/186) مسند أحمد (14/155) شرح السنة للبغوي (6/396)

اعتڪاف ڪندا هيا ۽ جنهن سال پاڻ رحلت فرمايائون ان سال ويهه ڏينهن اعتڪاف فرمايائون.

آغازِ نزول کان وٺي حبيب ڪريم ﷺ جي وصال تائين هر رمضان ۾ حضرت جبريل ؑ ۽ نبي ڪريم ﷺ قرآن جو هڪ ختم پورو ڪندا هئا. پر رحلت واري سال ٻه ختما دور فرمايائون. هن مان اهو به معلوم ٿيو ته نبي اڪرم ﷺ کي سندن وصال جي خبر هئي. ان لاءِ ان سال سفر آخرت جي تياري لاءِ خاص اهتمام فرمائي رهيا هيا. ان ۾ پاڻ اها به امت کي تعليم ڏنائون ته ماڻهو کي ڪراڙپ ۾ يا مرضِ وفات ۾ خصوصيت سان آخرت جي تياري ڪرڻ گهرجي ۽ دنياوي تعلقات گهٽ ڪرڻ گهرجن. اها به سنتِ رسول آهي.

### 2. سخاوت:

مالُ الله جي راهه ۾ لُٽائڻ، مسڪينن محتاجن جي مدد ڪرڻ. روزيدارن کي روزا رکائڻ ۽ کولائڻ، بيوهه عورتن ۽ يتيم ٻارن جي سنڀال لهڻ اهي سڀ صالح عمل آهن. اها سخاوت آهي. اعتڪاف دوران هر معتڪف کي پنهنجي حال آهر سخاوت ڪرڻ گهرجي. عمومًا اعتڪاف جيئن ته رمضان ۾ ۽ رمضان جي آخري ڏهه ڏينهن ۾ ويهجي ٿو سو اهو بهترين موقعو آهي. خير خيرات ڪرڻ جو. اگر ڪنهن زڪواة ادا نه ڪئي آهي ته هي ڏهاڙا زڪواة جي ادائگي لاءِ به احسن ۽ اجمل موقعو آهن. ڇو ته رسول ڪريم ﷺ به انهن ڏينهن ۾ گهڻي خيرات ڪندا هئا. جيئن حضرت ابن عباس رضي الله عنه کان مروي حديث ۾ آهي. چيائين:

Scanned with CamScanner

كَانَ النَّبِيُّ ﷺ أَجْوَدَ النَّاسِ بِالْخَيْرِ وَأَجْوَدُ مَا يَكُونُ فِي شَهْرِ رَمَضَانَ لِأَنَّ جِبْرِيلَ كَانَ يَلْقَاهُ فِي كُلِّ لَيْلَةٍ فِي شَهْرِ رَمَضَانَ حَتَّى يَنْسَلِخَ يَعْرِضُ عَلَيْهِ رَسُولُ اللهِ ﷺ الْقُرْآنَ فَإِذَا لَقِيَهُ جِبْرِيلُ كَانَ أَجْوَدَ بِالْخَيْرِ مِنَ الرِّيحِ الْمُرْسَلَةِ[1]

رسول الله ﷺ هر ڀلائي ۾ سڀ ماڻهن کان وڌيڪ سخي هيا ۽ پاڻ رمضان جي مهيني ۾ تمام وڌي سخا ڪرڻ وارا هيا ڇو تہ بيشڪ جبريل ؑ رمضان جي مهيني ۾ هر رات ۾ ساڻن ملندو هيو مهيني جي پوري ٿيڻ تائين. رسول الله ﷺ جبريل تي قرآن شريف پيش ڪندا هيا. پوءِ جڏهن جبريل پاڻ ڪريمن ﷺ سان ملندو هيو تہ پاڻ کُليل تيز هوا کان بہ وڌيڪ ڀلائي ۾ سخاوت ڪرڻ وارا هوندا هيا.

## سخين جو سردار ﷺ

هن حديث شريف ۾ جتي محبوب ڪريم ﷺ جي عبادت، تلاوت ۽ فرشتن جي سردار سان ملاقاتن جو ذڪر آهي اتي سندن سخاوتن ۽ عنايتن جو بہ ذڪر آهي. بلاشڪ پاڻ ڪريم ﷺ سڀ انسانن کان وڌيڪ سخاوت وارا هئا. پاڻ هميشہ مال جي، اعمال جي، علم جي، الله وٽان ملندڙ هر رحمت جي سخاوت ڪندا هيا. سندن جهڙي سخاوت اڄ تائين نہ ڪنهن ڪئي آهي نہ ئي ڪو ڪري سگهي ٿو. حضور انور ﷺ الله جي صفت جواد جا مظهر اتم آهن. قرآن پاڪ کين ڪريم يعني سخي سڏيو آهي.

---

[1] صحيح البخاري (6/186) صحيح مسلم (4/1803)

Scanned with CamScanner

يارب تو کريمي و رسولِ تو کريم صد شکر که هستيم ميانِ دو کريم

اي پروردگار تون بہ ڪريم آهين تنهنجو رسول بہ ڪريم آهي. سوين شڪرانا جو اسان ٻن ڪريمن جي وچ ۾ آهيون.

پاڻ ڪريم ﷺ اعتڪاف ۾ تہ ڪنهن ڪي بہ خالي نہ موٽائيندا هيا. جنت گهرڻ وارن کي جنت، رحمت گهرڻ وارن کي رحمت، خود سندن توجهہ طلب ڪرڻ وارن کي پنهنجي عنايت ۽ ڪرم عطا ڪندا هئا. مال گهرڻ وارن کي مال، اعمال، ڪمال، الطافِ رب ذو الجلال. الغرض جو سوال ڪرڻ وارو جيڪو ڪجهہ گهرندو هيو اهو ان کي عطا ٿيندو هيو. سندن اها سخاوت جيڪا سندن ظاهري حيات مبارڪ ۾ هئي سا اڄ بہ جاري ۽ ساري آهي. مسلمانن کي بہ رمضان شريف ۾ تمام گهڻي سخاوت ڪرڻ گهرجي اها حضور ﷺ جي سنت آهي.

### 3. ذڪر الله:

اعتڪاف واري کي گهرجي تہ پنهنجي هر گهڙي الله جي ذڪر ۾ گذاري. جو تہ الله جو ذڪر افضل عبادت آهي. الله جو ذڪر دلين جو قرار آهي. بيمارين جو علاج آهي. پريشانين هٽائڻ وارو آهي. ذڪر سان دنيا آخرت جا ڪم رب سرانجام ڪري ڏئي ٿو. الله پاڪ فرمايو تہ: فَاذْكُرُونِيٓ أَذْكُرْكُمْ

اوهان مون کي ياد ڪريو تہ آءٌ اوهان کي ياد ڪيان.

ان جي تفسير ۾ عَلامَه اِبنُ الجَوزِي تفسير زَادُ المَسِير ۾ حضرت ابن عباس ۽ ابن جُبير جو قول آندو آهي تہ:

فَاذْكُرُونِيْ بِطَاعَتِيْ اَذْكُرْكُمْ بِمَغْفِرَتِي.[1]

پانهنجا ٻانهن! توهان مون کي عبادت سان ياد ڪيو تہ آءٌ اوهان کي بخشش سان ياد ڪيان.

علامہ آلوسِي تفسير رُوحُ المَعَاني ۾ بيان فرمايو تہ:

قَالَ اَهْلُ الحَقِيقَةِ حَقِيقَةُ ذِكْرِ اللهِ تَعَالىٰ اَنْ يَنْسيٰ كُلَّ شَيْءٍ سِوَاهُ.[2]

اهل حقيقت چيو آهي تہ الله جي ذڪر جي حقيقت هي آهي جو الله کان سواءِ هر چيز وسري وڃي.

## 4. ڪثرتِ نوافل:

اعتڪاف جي اهم اعمال مان ڪثرت سان نوافل ادا ڪرڻ آهي. هي اهڙو عمل آهي جيڪو ٻانهي کي پنهنجي رب جي قريب ڪري ڇڏي ٿو ۽ ان کي ولايت جي درجي تي فائز ڪيو وڃي ٿو.

ڇو تہ نماز دين جو ستون آهي. نماز نور آهي نماز نجات آهي. نماز جنت جي ڪنجي آهي . نماز ٻانهي مٿان رب کي راضي ڪري ٿي نماز عبد کي معبود جي قريب ڪري ٿي .

نماز سڀ عبادتن جو مجموعو آهي . نماز روزي ۾ برڪت آڻي ٿي تنگدستي ختم ڪري ٿي.

## 5. درود و سلام:

درود اهڙو عمل آهي جيڪو باطن جي صفائي ڪري ٿو. گناهن کي ميٽي ٿو ۽ صالح عملن ۾ اضافو آڻي ٿو.

---

1 زادالميسر ج 1 ص 160)

2 روح المعاني ج 2 ص 19)

Scanned with CamScanner

ان ڪري اعتڪاف دوران درود گھڻو پڙهڻ گھرجي.

## 6. دعا مناجات:

دعا عبادتن جو مغز آهي. دعا الله جي رضا جو سبب آهي. معتڪف ماڻهو کي شب وروز دعائن جي ڪثرت ڪرڻ گھرجي. ڇو ته اعتڪاف دوران گھريل دعائون رد نه ڪيون ويندیون آهن. الله جي رحمت معتڪف ماڻهو مٿان مشتاق هوندي آهي. رب فرمائي ٿو:

وَقَالَ رَبُّكُمُ ادْعُونِي أَسْتَجِبْ لَكُمْ

۽ توهان جي پالڻهار فرمايو آهي ته مون کان دعا گھرو ته اوهان لاءِ قبول ڪيان.

إِنَّ الَّذِينَ يَسْتَكْبِرُونَ عَنْ عِبَادَتِي سَيَدْخُلُونَ جَهَنَّمَ دَاخِرِينَ

بي شڪ اهي ماڻهو جيڪي منهنجي عبادت (دعا) کان منهن موڙن ٿا اهي جلد ذليل بنائي جهنم ۾ داخل ڪيا ويندا.

ترمذي حضرت نُعمان بن بَشِير رضي الله عنه کان روايت ڪئي ته حضرت نبي پاڪ ﷺ ان آيت جو تفسير ڪندي فرمايو:

الدُّعَاءُ هُوَ الْعِبَادَةُ    دعا ئي عبادت آهي .

پوءِ پاڻ اها آيت پڙهيائون: وَقَالَ رَبُّكُمُ ادْعُونِي أَسْتَجِبْ لَكُمْ

مستدرڪ حاڪم ۾ حضرت ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت آئي آهي ته حضرت حبيب ڪريم ﷺ فرمايو ته:

اَفْضَلُ الْعِبَادَةِ الدُّعَاءُ    پهلي عبادت دعا آهي.

رب العالمين ارحم الرحمن پنهنجي سخاوت ۽ عنايت جو اعلان ڪيو آهي ته ٻانها اوهين گھرو ته آءٌ عطا ڪيان .

Scanned with CamScanner

اوهين سوال ڪيو آءُ قبول ڪيان. پر جيڪي دعا گهرڻ کان عار ڪن ٿا. اهي ذليل بنائي جهنم ۾ موڪليا ويندا. انهن ماڻهن مٿان الله ڪاوڙجي ٿو. جيڪي ڪانئس گهرن نہ ٿا سوال نہ ٿا ڪن. ان جي در تي آزي ۽ التجا نہ ٿا ڪن.

ترمذي حضرت ابو هريره ﷛ کان روايت آندي آهي رسول ڪريم ﷺ فرمايو تہ:

مَنْ لَمْ يَسْأَلِ اللّٰهَ يَغْضَبْ عَلَيْهِ

جيڪو الله کان سوال نہ ٿو ڪري الله ان مٿان ڪاوڙجي ٿو.

رب ڪريم خود فرمايو تہ:

وَإِذَا سَأَلَكَ عِبَادِي عَنِّي فَإِنِّي قَرِيبٌ أُجِيبُ دَعْوَةَ الدَّاعِ إِذَا دَعَانِ فَلْيَسْتَجِيبُوا لِي وَلْيُؤْمِنُوا بِي لَعَلَّهُمْ يَرْشُدُونَ (البقرة: 186)

۽ (اي محبوب) جڏهن منهنجا ٻانها توهان کان منهنجي باري ۾ پڇن تہ آءُ زور ويجهو آهيان. جڏهن سڏيندڙ مون کي سڏيندو آهي تہ سڏيندڙ جا سڏ قبول ڪندو آهيان. پوءِ پڻ تہ منهنجي فرمانبرداري ڪن ۽ مون تي ايمان آڻن. يقين سان اهي هدايت وارا ٿي ويندا. الله ڪريم فرمايو تہ آءُ سڏيندڙن کي ويجهو بہ آهيان عرض آهُون قبول ڪندڙ بہ آهيان پر ٻانها توهان منهنجي حڪمن کي مڃو ۽ دل جي يقين سان دعا گهرو.

حضرت جابر بن عبدالله ﷛ چيو رسول الله ﷺ فرمايو تہ:

اَلاَ اَدُلُّكُمْ عَلٰى مَا يُنْجِيْكُمْ مِّنْ عَدُوِّكُمْ وَيَدَرُّ لَكُمْ اَرْزَاقَكُمْ تَدْعُوْنَ اللّٰهَ فِيْ لَيْلِكُمْ وَنَهَارِكُمْ، فَاِنَّ الدُّعَاءَ سِلَاحُ الْمُؤْمِنِ

Scanned with CamScanner

ڇا آءُ اوهان کي اهڙي ڳالهه ٻڌايان جيڪا اوهان کي اوهان جي دشمنن کان بچائي اوهان جي رزقن کي وڌائي (اها ڳالهه هي آهي جو) اوهان پنهنجي راتين ۽ ڏينهن ۾ الله کان دعائون گهرو. ڇو تہ دعا مؤمن ڀانهي جو هٿيار آهي.[1]

### 7. جاڳڻ:

اعتڪاف واري کي ضروري آهي تہ اهو گهڻي ننڊ کان بچي. بس ضرورت آهر ننڊ ڪري باقي رات جاڳي الله جي عبادت ڪري. ڇو تہ جاڳڻ زندگي آهي ننڊ موت جي ڀيڻ آهي. جاڳڻ وارن سان رب راضي ٿئي ٿو. رات جو جاڳڻ ڀاڳ ۽ بخت جي ڪنجي هوندي آهي. گهڻي ننڊ نڀاڳ آهي . رات جو وقت خاص رب جي رحمتن ۽ برڪتن جي وسڪاري جي ويل هوندي آهي. رات جي نماز فرض بعد سڀ کان پهلي نماز هوندي آهي.

رات جي وقت الله آسمانن جا دروازا کولي ٿو .

رات جو دعائون قبول ڪيون وڃن ٿيون. حاجتمندن جون حاجتون پوريون ڪيون وڃن ٿيون. دردمندن جا درد، قرضدارن جا قرض، مرض وارن جا مرض لاٿا وڃن ٿا .

رات جو جاڳڻ نبين ولين برگزيده ۽ ڀلارن ٻانهن جو طريقو آهي .

رات جو جاڳڻ پيغمبرن جي پَر آهي . ولين جي وِندُر آهي . عارفن عاشقن ۽ اوليائن جو طريقو آهي .

بدڪارن جون ميرايون مدايون رات جي وڳڙي ۾ ڌوتيون وڃن ٿيون.

---

1 مسند ابو يعليٰ (3—346)

رات جو جاڳڻ گنهگارن کي ڏوئي پوئي اڇو اجرو بنائي ٿو.

مُسند احمد ۾ حضرت ابو هريره رضي الله عنه کان روايت آهي.

پاڪ پيغمبر سهڻي سرور رهبر رسول الله ﷺ کي عرض ڪيو ويو ته: يارسول الله فلاڻو ماڻهو رات جو جاڳي نماز پڙهي ٿو ۽ صبح جو چوري ڪري ٿو. پاڻ فرمايائون: سَيَنْهَاهُ مَاتَقُوْلُ رات جو جاڳڻ نماز پڙهڻ جلد ان کي ان ڳالهه کان روڪي وجهندو جيڪو تون چوين ٿو. ان ڪري معتڪف ماڻهو کي جاڳڻ جو جس حاصل ڪرڻ گهرجي نه ڪ ننڊن جو نياڳ.

## اعتڪاف جا شرائط ۽ آداب:

1. اعتڪاف اهڙي مسجد ۾ ويهڻ گهرجي جنهن ۾ پنج وقتي نماز باجماعت ٿيندڙ هجي. جيئن جماعت واري ثواب کان محروم نه رهي. اگر جامع مسجد ۾ ويهي ته اجا به بهتر آهي.
2. اعتڪاف لاءِ مسجد ۾ ڪا به جاءِ مقرر ڪري ويهي رهجي. اگر نمازين کي تڪليف نه ٿئي ته اتي پلويڙو به ڏئي سگهجي ٿو. ان ۾ خلوت به آهي اها سنت به آهي. ان ۾ وڏيڪ لذت به آهي ۽ رياءَ کان بچڻ جو طريقو به آهي.
3. اعتڪاف دوران دنياوي گفتگو نه ڪرڻ گهرجي.
4. اعتڪاف ۾ روزو ضروري آهي. حضرت عبد الله بن عباس ۽ بيبي عائشه رضي الله عنها کان روايت آهي چيائون:

لَا اعْتِكَافَ إِلَّا بِصَوْمٍ.[1] روزي کان سواءِ اعتڪاف ناهي.

---

[1] الأصل المعروف بالمبسوط للشيباني (2/268)

Scanned with CamScanner

5. اعتڪاف ۾ شهواني ڪمن، شهواني ۽ شيطاني ڳالهين کان بچڻ گهرجي.
6. ان کي ماڻهن سان گهٽي ميل جول ڪچهريون ڪرڻ بجاءِ هر گهڙي عبادت ۾ گهارڻ گهرجي.
7. اگر اعتڪاف واري مسجد ۾ ڪو ديني جلسو قرآني تلاوت ٿي رهي آهي تہ ان شريڪ ٿي سگهي ٿو.
8. اعتڪاف واري کي قرآن جي تلاوت، الله جي ذڪر، نفلي نمازن دعا ۽ مناجات ۾ مشغول رهڻ گهرجي. البتہ ڪنهن سان ضرورت جي ڳالهہ ڪري سگهي ٿو.
9. اعتڪاف وارو بوقتِ ضرورت فون استعمال ڪري سگهي ٿو پر ائين نہ جو سارو ڏينهن موبائيل ۾ مشغول هجي ۽ الله جي عبادت کان محروم رهجي وڃي.
10. اعتڪاف وارو ڪنهن ڪاروبار لاءِ يا گهر جي ڪم ڪار لاءِ يا ڪنهن جي دعوت ۾ يا ڪنهن بيمار کان پڇڻ لاءِ ٻاهر نہ ويندو.
11. اعتڪاف واري کي اگر قئي اچي وڃي تہ ان لاءِ مسجد کان ٻاهر نڪري سگهي ٿو.
12. اعتڪاف واري کي جائز نہ آهي جو حجام کي مسجد ۾ گهرائي ننهن لهرائي يا بدن جون سنوارتون ڪرائي.[1]
13. اگر مسجد ۾ اهڙي سهولت نہ هجي تہ اعتڪاف وارو بشري حاجت لاءِ پنهنجي گهر بہ وڃي سگهي ٿو. پر اتي ڪا بہ دنياوي

1 الحوادث والبدع (ص: 118)

گفتگو نہ ڪندو نہ ڪنهن سان ڪچهري ڪندو صرف حاجت
پوري ڪري واپس مسجد ۾ موٽي ايندو. فقهاءِ ڪرام بشري
حاجت ۾ چار شيون شمار ڪيون آهن. جن لاءِ معتڪِف کي
مسجد کان ٻاهر نڪرڻ جي اجازت ڏين ٿا. پيشاب، 2. پائخانہ،
3. غسل جنابت، 4. ۽ جمعي جي نماز لاءِ جيڪڏهن انهيءَ
مسجد ۾ جمعو نہ ٿيندو هجي ۽ انهيءَ تي جمعو فرض بہ هجي.

14. اعتڪاف وارو ماڻهو پنهنجا ڪجهہ عضوا مسجد کان ٻاهر
ڪڍي تہ جائز آهي. ائين ڪرڻ مسجد کان ٻاهر رهڻ وانگر
شمار نہ ٿيندو. حضرت بيبي عائشہ رضي الله عنها کان روايت
آهي چيائين تہ:

كَانَ رَسُولُ اللهِ ﷺ إِذَا اعْتَكَفَ أَدْنَى إِلَيَّ رَأْسَهُ فَأُرَجِّلُهُ وَكَانَ لَا يَدْخُلُ الْبَيْتَ إِلَّا لِحَاجَةِ الإِنْسَانِ[1]

رسول الله ﷺ جڏهن اعتڪاف ڪندا هيا تہ پنهنجو مٿو مبارڪ مون
ڏانهن قريب ڪندا هئا تہ آءٌ کين ڪنگو ڪندي هيس ۽ پاڻ ڪريم
ﷺ انساني حاجت کان سواءِ گهر ۾ داخل نہ ٿيندا هيا.

جيئن تہ سندن حجرات مبارڪات جو دروازا مسجد
شريف طرف هئا. سو پاڻ اعتڪاف جي حالت ۾ مسجد شريف ۾
هوندا هيا ۽ حضرتِ سيده عائشہ رضي الله عنها سندس حجري ۾
هوندي هئي تہ پاڻ ڪريم ﷺ پنهنجو سر مبارڪ حجري ۾ ڪندا
هيا ۽ بيبي عائشہ رضي الله عنها کين ڪنگو ڪري ونندي هئي.

---

[1] سنن الترمذي (3/158) صحيح ابن حبان (8/430) شرح السنة للبغوي (6/397)

15. ان حديث مان اهو به معلوم ٿيو ته مسجد ۾ ڪنگو نه ڪرڻ بهتر آهي ڇو ته ان سان مسجد ۾ وار ڪِري سگهن ٿا.

16. ان حديث مان هي به معلوم ٿيو ته جيڪي ڪم مسجد ۾ رهي ڪري يا ڪرائي سگهجن ٿا انهن لاءِ معتڪِف کي مسجد مان ٻاهر نه نڪرڻ گهرجي.

17. اعتڪاف وارو جُنابت (تڙ) واري غسل لاءِ مسجد کان ٻاهر نڪري سگهي ٿو پر گرميءَ جي سبب غسل لاءِ مسجد کان ٻاهر نڪري سگهي ٿو يا نه ؟ ان بابت فقهاءَ جو اختلاف آهي. ڪن چيو ته اهو ٻاهر نڪري نه ٿو سگهي. ڪن چيو ته نڪري سگهي ٿو. والله اعلم. اسان جي نزديڪ اگر گرمي آهي پگهر سبب بدن ۾ بوءِ پيدا ٿي آهي ته اهو نڪري غسل ڪري ايندو. ڇو ته نظافت ۽ نفاست اسلام ۾ پسنديده عمل آهي.

## اعتڪاف جي رات ۽ ڏينهن:

نذر ڪيل اعتڪاف واري رات ۾ ان جو ڏينهن به شامل آهي. اهلِ عرب رات چئي چوويهه ڪلاڪ مراد وٺندا هئا. جيئن ته نذر جي اعتڪاف ۾ روزو شرط آهي ۽ اهو ڏينهن ۾ ئي رکبو آهي.

امام شافعي رحمه الله وٽ صرف رات جو به اعتڪاف ٿي سگهي ٿو. ان وٽ روزو شرط نه آهي. مگر سندس دليل نهايت ئي ڪمزور آهي. حديثن ۾ واضح لفظن ۾ آيو آهي روزي کان سواءِ اعتڪاف درست نه آهي. ظاهر آهي ته روزو ڏينهن جو ئي رکبو آهي، نه ڪ رات جو.

Scanned with CamScanner

## اعتڪاف جو آغاز:

جڏهن ڪو ماڻهو اعتڪاف ۾ ويهڻ چاهي ته ان کي گُهرجي جو اهو ٽيهري نماز بعد سج لهڻ کان اڳ پنهنجي اعتڪاف لاءِ مسجد ۾ جاءِ مقرر ڪري ان تي ويهي رهي. اهو جمهور ائمه ڪرام جو مذهب آهي. پر امام اوزاعي ۽ ليث فرمايو ته اعتڪاف ايڪيهين جي فجر جي نماز کان پوءِ شروع ڪيو ويندو. انهن هن حديث مان دليل ورتو آهي:

عَنْ عَائِشَةَ رَضِيَ اللهُ عَنْهَا قَالَتْ كَانَ رَسُولُ اللهِ ﷺ إِذَا أَرَادَ أَنْ يَعْتَكِفَ صَلَّى الْفَجْرَ ثُمَّ دَخَلَ فِي مُعْتَكَفِهِ[1]

حضرت سيده عائشه رضي الله عنها کان روايت آهي چيائين ته رسول الله ﷺ جڏهن اعتڪاف جو ارادو ڪندا هيا ته فجر جي نماز پڙهي پوءِ پنهنجي اعتڪاف گاهه ۾ داخل ٿي ويندا هيا.

جن فقهاءَ چيو ته اعتڪاف واري جاءِ تي سج لٿي کان اڳ ويهي وڃڻ گهرجي انهن هن حديث جو اهو جواب ڏنو آهي ته اعتڪاف سنت هجي يا فرض عصر جي نماز کان پوءِ شروع ڪيو ويندو. اهي فرمائن ٿا ته حضور انور ﷺ جي فجر نماز کان اعتڪاف گاهه ۾ اعتڪاف جي تياري هوندي هئي. اصل اعتڪاف عصر جي نماز کان پوءِ شروع فرمائيندا هيا. ان لاءِ بيبي سائڻ فرمائي رهي آهي ته پنهنجي اعتڪاف گاهه ۾ داخل ٿي ويندا هيا. اهو نه فرمايائين ته حضور ﷺ اعتڪاف شروع ڪري ڇڏيندا هيا.

[1] سنن الترمذي (2/ 149) مرقاة المفاتيح شرح مشكاة المصابيح (4/ 1449) جامع الأصول (1/ 335) التلخيص الحبير (2/ 418)

اعتڪاف شروع ڪرڻ جي جاءِ آهي اعتڪاف گاهه ۾ داخل ٿيڻ جي جاءِ آهي. اعتڪاف گاهه مان مراد پردو ڏنل اهڙا جاءِ هوندي جيڪا سڌن واسطي ٺاهي ويندي هئي اها هن طرح جو تڏي کي گول شڪل ۾ ويڙهيو ويندو هيو.

## اعتڪاف دوران مريض جي عيادت:

جڏهن ڪو ماڻهو اعتڪاف ۾ هجي ته ان لاءِ جائز نه آهي جو اهو مسجد مان خاص ڪنهن جي بيمار پُرسي لاءِ نڪري هلي. باقي اگر ڪو پنهنجي بشري حاجت لاءِ نڪتو ۽ واٽ تي ڪو بيمار ملي ويو ته ان ڪان هلندي طبيعت پڇيائين يا دعا ڏنائين ته ان ۾ ڪو حرج نه آهي. سنن ابوداۇد ۾ بيبي عائشه رضي الله عنها کان مروي هن حديث مان به علماءِ ڪرام اهو ئي مطلب ورتو آهي. پاڻ فرمايائين:

كَانَ النَّبِيُّ ﷺ يَمُرُّ بِالْمَرِيضِ وَهُوَ مُعْتَكِفٌ فَيَمُرُّ كَمَا هُوَ وَلَا يُعَرِّجُ يَسْأَلُ عَنْهُ[1]

نبي ڪريم ﷺ اعتڪاف جي حالت ۾ مريض وٽان گذرندا هيا پوءِ ائين گذرندي ان ڪان طبع پرسي ڪندا هيا ۽ مڙندا نه هيا.

هن جو مطلب اهو آهي ته پاڻ ڪريم ﷺ جڏهن بحاجتِ بشري مسجد کان ٻاهر ويندا هيا ۽ اتفاقًا ڪو بيمار ملي ويندو هيو ته هلندي ان ڪان طبع پرسي ڪري وڃندا هيا. نه ئي بيهندا هيا نه ئي وري ان لاءِ رستي ۾ انتظار ڪندا هيا.

[1] سنن أبي داود (2/ 333) السنن الكبرى للبيهقي (4/ 526) معرفة السنن والآثار (6/ 400) نيل الأوطار (4/ 315) مرعاة المفاتيح شرح مشكاة المصابيح (7/ 161) جامع الأصول (1/ 341)

Scanned with CamScanner

جمهور علماءِ ڪرام وٽ معتڪِف جي لاءِ اهوئي حڪم آهي جو جيڪڏهن اهو مريض جي طبع پرسي ڪرڻ لاءِ نماز جي ادا ڪرڻ جيترو بيهو ته سندس اعتڪاف ٺيڪ پوندو. ان کان گهڻ ترسيو ته مڪروهه ٿي ويندو. سندن دليل هي حديث آهي.

ام المؤمنين سيده عائشه رضي الله عنها کان روايت آهي چيائين:

السُّنَّةُ عَلَى الْمُعْتَكِفِ أَنْ لَا يَعُودَ مَرِيضًا وَلَا يَشْهَدَ جَنَازَةً، وَلَا يَمَسَّ امْرَأَةً وَلَا يُبَاشِرَهَا وَلَا يَخْرُجَ لِحَاجَةٍ إِلَّا لِمَا لَا بُدَّ مِنْهُ وَلَا اعْتِكَافَ إِلَّا بِصَوْمٍ وَلَا اعْتِكَافَ إِلَّا فِي مَسْجِدٍ جَامِعٍ.[1]

معتڪِف جي لاءِ سنت اها آهي ته اهو بيمار جي عيادت لاءِ نه ويندو، ۽ نه ئي جنازي ۾ شريڪ ٿيندو، ۽ نه ئي عورت کي ڇهندو ۽ نه ئي ان سان مباشرت ڪندو ۽ ضروري حاجت کان سواءِ ٻاهر نه نڪرندو، ۽ اعتڪاف روزي کان سواءِ نه ٿيندو، ۽ اعتڪاف جامع مسجد کان سواءِ نه ٿيندو.

## اعتڪافِ نبوي:

حضرت حبيب ڪريم ﷺ ڪيئن ۽ ڪهڙي جاءِ تي اعتڪاف ويهندا هئا ان بابت صحابه ڪرام پنهنجا مشاهدا بيان فرمايا آهن. جيئن سنن ابوداؤد ۾ ۽ بيهقي سنن الڪبريٰ ۾ حضرت عبد الله بن عمر رضي الله عنهما کان مروي حديث شريف ۾ آهي:

[1] سنن أبي داود (2/ 334) السنن الكبرى للبيهقي (4/ 526) شرح السنة للبغوي (6/ 399)

أَنَّهُ ﷺ كَانَ إِذَا اعْتَكَفَ طُرِحَ لَهُ فِرَاشُهُ أَوْ يُوضَعُ لَهُ سَرِيرُهُ وَرَاءَ أُسْطُوَانَةِ التَّوْبَةِ[1]

نبي ڪريم ﷺ جڏهن اعتڪاف ڪندا هيا ته سندن واسطي وڇاڻو وڇايو ويندو هيو يا اسطوانه توبه (توبه واري ٿنڀي) جي پٺيان سندن واسطي تخت رکيو ويندو هيو.

اربابِ سِيَرِ فرمايو آهي ته حضرت حبيب ڪريم هميشه اسطوانه توبه وٽ اعتڪاف ڪندا هيا. اتي پاڻ ڪريمن ﷺ لاءِ ڪڏهن ته صرف بستر وڇايو ويندو هيو ۽ ڪڏهن کٽ وانگر تخت به رکيو ويندو هيو. ان مان معلوم ٿيو ته معتڪف مسجد ۾ کٽ يا تخت تي سمهي سگهي ٿو. ان شرط سان ته اهو صاف هجي. توبه وارو ٿنڀو مسجد نبوي ۾ اهو ٿنڀو آهي جتي حضرت ابولبابه رضي الله عنه پنهنجي خطا کان توبه ڪئي هئي. ان ٿنڀي سان ان پاڻ کي ٻڌايو هئاين تان جو سندس توبه جو آسماني فرمان آيو ۽ الله ڪريم سندس خطا کي بخش فرمائي ڇڏيو.

## اعتڪاف جا فائدا:

اعتڪاف جا انيڪ فائدا آهن. انهن مان ڪجهه هي آهن:

1. اعتڪاف جو فوري فائدو اهو آهي ته اهو معتڪِف کي گناهن کان پري رکي ٿو. عڪف جي معنيٰ آهي روڪڻ، پري رکڻ، چوته گهڻا گناهه گلا، ڪوڙ ۽ چغلي وغيره ماڻهن سان ميل جول

[1] سنن ابن ماجه (1/564) صحيح ابن خزيمة (3/350) مرقاة المفاتيح شرح مشكاة المصابيح (4/1451)

جي ڪري ٿيندا آهن. معتڪِف گوشہ نشين آهي ۽ جيڪو ان سان لاءِ ايندو آهي اهو بہ مسجد ۽ اعتڪاف جو لحاظ رکندي بريون ڳالهيون نہ ڪندو آهي. ان ڪري اهو گهڻن گناهن کان محفوظ رهندو آهي. وري معتڪف اعتڪاف جي ڪري جن نيڪين کان محروم رهجي ويو جيئن قبرن جي زيارت، مسلمانن سان ملاقات، بيمار کان تيمار داري ڪرڻ، نمازِ جنازه ۾ حاضري ان کي انهن سڀني نيڪين جو ثواب ان طرح ئي ملندو آهي، جهڙي طرح اهي ڪم ڪرڻ واري کي انهن جو ثواب ملندو آهي.

2. اعتڪاف وارو خلائق جا علائق ٽوڙي خالق سان محبت جوڙي ٿو. ان ڪري الله ان سان خوش ٿئي ٿو.

3. اعتڪاف رسول الله ﷺ جي سنت آهي ۽ سندن هر سنت ۾ فائدو ۽ فيض، رحمت ۽ برڪت هوندي آهي.

4. اعتڪاف وارو دنيا جي فڪرات کان فارغ ٿي پنهنجي رب جي عبادت ۾ ويهي ٿو تہ ان کي عبادت جي لذت، مناجات جو سُرور ۽ دل جو سڪون نصيب ٿئي ٿو.

5. اعتڪاف وارو عابدن ۽ زاهدن جي درجي کي پهچي ٿو.

6. اعتڪاف رمضان جي آخري ڏهي ۾ ويهبو آهي انهن راتين ۾ ليلة القدر ملڻ جا قوي امڪان هوندا آهن. ان ڪري اعتڪاف واري کي اميد آهي ان پلاري رات جو ثواب ملي وڃي جيڪو هڪ هزار مهينن کان بہ وڌيڪ آهي.

7. اعتڪاف ۾ ان جون دعائون قبول ڪيون وينديون آهن.

Scanned with CamScanner

## اعتڪاف جا ڦيندڙ:

ڪجھ ڪم اهڙا آهن جن جي ڪرڻ سان اعتڪاف باطل ٿي وڃي ٿو. هر معتڪف کي انهن ڳالهين جو خيال رکڻ گهرجي.

1. گهر واريءَ سان قربت ڪرڻ.
2. بغير عذر جي مسجد کان ٻاهر نڪرڻ.
3. مسجد کان ٻاهر يا اندر خريد فروخت ڪاروبار ڪرڻ.
4. معتڪف نمازِ جنازه لاءِ به مسجد کان ٻاهر نه ويندو، ڀلي ڪٿي مسجد کان ٻاهران نمازِ جنازه ادا ٿي رهي هجي. اگر ويو ته سندس اعتڪاف ٽٽي پوندو.
5. معتڪف ضرورت کان سواءِ غسل ۽ وضوءَ واري جڳهه ڏانهن به نه ويندو توڙي جو عموماً اها جاءِ مسجد جي حدود ۾ داخل هوندي آهي.
6. معتڪف پنهنجي گهر واري کي نه شهوت سان هٿ لائي ۽ نه ئي ان سان صحبت ڪري. مباشرت سان ته اعتڪاف يقيني طور ٽٽي پوندو ۽ بوس و ڪنار سان يا شهوت سان ڇهڻ سان جيڪڏهن انزال ٿي ويو ته به اعتڪاف ٽٽي پوندو نه ته سخت مڪروهه ٿي ويندو.



Scanned with CamScanner




فقهاءَ فرمايو آهي تہ افضل اعتڪاف مسجد الحرام ۾ آهي. پوءِ مسجدِ نبوي ۾ ۽ پوءِ بيت المقدس ۾. ان ڪان بعد اتي اعتڪاف ويهڻ بهتر آهي جتي جو امام صالح عالم ۽ وڏيڪ ديندار هجي. ان ڪان پوءِ پوءِ اتي جتي جماعت تمام گهڻي ٿيندي هجي.[1]

**المسجد النبوي** (عليٰ صاحبها الصلاة والسلام) اها خاتم مساجد الانبياءِ آهي جنهن ۾ رسول اڪرم، هاديءِ عالم، حيات النبي ﷺ موجود آهن. جتي جبريل امين اچي آقاءِ دوعالم ﷺ سان گڏجي ويهي قرآن جي تلاوت ڪندو هيو. هن مسجد ۾ هڪ نماز، ٻين مسجدن جي هڪ هزارن نمازن ڪان بهتر آهي. هن مبارڪ مسجد ۾ اعتڪاف ويهڻ بہ الله جي نعمت، خصوصي عنايت آهي. خوش نصيب مؤمن ٻانهن کي مسجد نبوي ۾ اعتڪاف جي سعادت عنايت ٿيندي آهي. ڇو تہ هتي اعتڪاف ويهڻ وارو رسول الله ﷺ جي مسجد جو مهمان آهي. هتي جي مهمانداري عجيب آهي. ساري دنيا ۾ گهمي ڏٺو آهي ڪٿي ايترو سڪون ۽ سُرور ڪونهي، ڪٿي ايترو امن ۽ آرام ڪونهي جهڙو مديني جي خطي ۾ آهي.

[1] مرقات، لمعات

ڪنهن عشق واري چيو آهي تہ:

مدینے کے خطے خدا تجھ کو رکھے * غریبوں فقیروں کو ٹھہرانے والے

## اڪين ڏٺو احوال:

مسجد نبوي شريف ۾ اعتڪاف ڇا آهي؟ مٺي مُحَمّد ڪريم ﷺ جي حضوري ۾ عبادت ڪرڻ آهي. ان عبادت ۾ نمازن پڙهڻ جي لذت ئي نرالي آهي. جيءَ چؤتني ڪي جني جيءَ سيڪاريو.

هن حبيب ﷺ نماز پڙهڻ، روزا رکڻ سيڪاريا. ان جي حضوري ۾ سندس مسجد ۾، سندس طريقي مطابق عبادت ڪرڻ سان پاڻ نهايت خوش ٿين ٿا. ان غلام ڏانهن نگاهِ ڪرم فرمائن ٿا. ڏِگهي قيام جي لذت ڇا چئجي؟ رڪوع ۾ جهڪڻ جو جلوو ڇا چئجي. سجدو سبحان الله! سجدي جو تہ مزو ئي نرالو آهي. هتي

اَلصَّلٰوةُ مِعْرَاجُ الْمُؤْمِنِيْنَ[1] نماز مؤمنن جو معراج آهي.

جا راز کلن ٿا.

## ذوق تلاوت:

هي شهر ۾ هيءَ مسجد مهبطِ وحي آهي. ڪيتريون قرآن جون آيتون ۽ سورتون هتي نازل ٿيون. هو سامهون ”صفہ“ آهي جتي جبريل امين اپين تان لهي اچي سهڻي سرادر سان گڏجي قرآن پڙهندو هيو. جڏهن جبريل پڙهندو هيو تہ پاڻ ﷺ ٻڌندا هيا، وري پاڻ ﷺ پڙهندا هيا تہ جبريل ٻڌندو هيو. اتي قرآن پڙهڻ ۾ وَهَ واهہ جو مزو آهي.

---

[1] التفسير المظهري (10/247) روح البيان (6/64) تفسير الألوسي - روح المعاني (1/91)

جنهن کي مسجد نبوي ۾ اعتڪاف ويهڻ جو موقعو ملي وڃي تہ اها وڏي سعادت آهي. ان جو الله وٽ وڏو مقام ۽ درجو آهي. ڇو تہ اتي روحاني توڙي جسماني غذائون ملن ٿيون. ظاهر توڙي باطن جا مريض ماڻهو صحتمند بنجي پون ٿا. مسجد نبوي ۾ اعتڪاف جو ڪجهہ اکين ڏٺو احوال پيش آهي:

**سحري:**

افطاري جي اذان کان فجر جي اذان تائين مسجد نبوي شريف جي چوڌاري پوري رات ننگر جاري آهي. حرم جي اندر توڙي ٻاهر. جيڪي اندر ويٺا آهن سي بہ وارا ڏئي ٿا کائن. پر ڪنهن جو پيٽ خراب نہ ٿو ٿئي، ڪنهن کي درد، تڪليف نہ ٿي ٿئي. هتي لکين ماڻهن جي ننگر جو انتظام هوندو آهي. جيڪو مُخَيّر ماڻهو ڪن ٿا. ٻاهرين ملڪن جي ماڻهن جا بہ دستر خوان لڳن ٿا تہ اهلِ مدينہ جا دستر خوان بہ مثالي هوندا آهن. جن ۾ ماني، ٻوڙ، چانور، چانهہ، قهوو ۽ مختلف قسمن جا مِٺا کٽا، ڇهرا فروٽ، شربت، بوتلون، الغرض دنيا جي هر قسم جي کاڌن جي هر جنس موجود هوندي آهي.

مسجد نبوي ۾ اندر روٽي ۽ قهوو، چانهہ، کجور، سڪل فروٽ، جيئن بادام، پستا، ڪانجو وغيره اچن ٿا. پر باقي ٻاهر ڪُڪڙن جا پِيس، ڇيلي جو گوشت، پايا، ڪيرٽي وغيره سڀ ڪجهہ هوندو آهي. هر ڪنهن کي من پسند کاڌو ملي ويندو آهي. مون لکن ماڻهن مان ڪنهن کي ائين چوندي نہ ٻڌو آهي جو ان کا شيءِ طلب ڪئي هجي ۽ کيس نہ ملي هجي.

Scanned with CamScanner

اعتڪاف وارا ماڻهو اڪثر مسجد پاڪ ۾ اندر ئي رهن ٿا. رزاق انهن کي اتي من پسند روزي عطا ڪري ٿو. ڪيترا اهڙا عظيم انسان آهن جيڪي معتڪفين کي ڳولي ڳولي ننگر پهچائن ٿا. مُعتڪِفِين لاءِ دستر خوان واري روٽي ۽ ڏڌنرو بهترين غذا آهي جيڪا هلڪي به آهي ۽ وضو به گهڻي دير برقرار رهي ٿو.

**افطاري:**

مسجد نبوي جي افطاري مثالي آهي. جنهن ماڻهو زندگي ۾ هڪ ڀيرو به مسجد نبوي ۾ روزو کوليو ان کي پوري زندگي ڪونه وسرندو. ٽيهري نماز بعد پوري مسجد نبوي ۾ دستر خوان لڳي وڃن ٿا. افطاري کان ڪلاڪ کن اڳ ۾ ان دستر خوان تي هر ماڻهو جي اڳيان به ٽي پليٽون پلاسٽڪ جون رکيون وڃن ٿيون جن ۾ افطاري جو سامان هوندو آهي. ٿڌو پاڻي زمزم شريف جو ۽ ڏڌنرو ترن لڳل مانيءَ سان. واهه واهه دنيا ۾ ان کاڌي جي لذت جو مثال نه ٿو ملي.

**پاڻي** پوري مسجد نبوي ۾ چارن جي چُوڙُن وٽ گذرگاهن جي ڪنارن تي ڪولر سجايل رکيا آهن جن ۾ ٿڌو زمزم جو پاڻي پيل آهي. ڏينهن جو روزي سبب گلاس نه هوندا آهن ۽ ڪولرن جي پاڻيءَ پرڻ وارا ٻوچ پنيرا پيل هوندا آهن. شام ٿيندي ئي لکين گلاس اچي ويندا آهن. اهو زمزم جو پاڻي وڏين واٽتن ۾ پيڪ ڪري مڪي مان آندو وڃي ٿو. مدينه منوره ۾ ان کي اسٽور ڪيو وڃي ٿو. ان ۾ برف ملائي ان کي ٿڌو ڪيو وڃي ٿو. پوري حرم ۾ هزارين ڪولر رکيل آهن. هر ڪولر هڪ اسٽينڊ تي رکيل آهي جنهن جي ٻنهين پاسن کان ننڍڙا گلاس رکڻ جا گول خانا ٺهيل آهن.

Scanned with CamScanner

هڪ ۾ نوان ڪاسا پيل آهن. هڪ ڀيرو استعمال ڪرڻ بعد ان کي
ٻئي خاني ۾ رکيو آهي. ٻيهر ان کي استعمال ڪونه ڪيو ويندو آهي.
ان طرح روزانو لکين گلاس استعمال ٿين ٿا. ڪولر جي هيٺان واري
خاني ۾ مستعمل پاڻي ڪيرايو وڃي ٿو. قالين مٿان هڪ ننڍڙو
پلاسٽڪ جو غلاف چڙهيل قالين رکيو وڃي ٿو. ڪولر وچ تي رکيل
هجڻ جي باوجود به مسجد جو قالين خراب نه ٿو ٿئي. هر هڪ
دسترخوان تي هر ماڻهو اڳيان ڪيئي گلاس زمزم جا ڀريل رکيا
وڃن ٿا.

**کجور:** افطاري جو اهم جُزو کجور آهي. جنهن جا به ڪيئي قِسم
هجن ٿا. وڻ مان تازي پٽيل کجور جا ڏوڏا تاريءَ سميت ٿلاجن،
فِرجُن ۾ محفوظ ڪيا وڃن ٿا. افطاري مهل ائين محسوس ٿئي ٿو ڄڻ
باغ مان آيل تازي کجور آهي.

**ڏنگ ڏوڏا:** اڌ پڪل، رَڇيل اڌ ڪچاڻ وارا اهي ڪيترا به کائو ته
وڻن ٿا ٿڪائن نه ٿا.

**رڇيل کجور:** جيڪا پوري طرح پڪل هوندي آهي.

**ملايل کجور:** جنهن ۾ بادام، پستا، اخروٽ وغيره ملائي ناهي وڃي ٿي.

**عجوه:** ڪنهن ڪنهن دسترخوان تي عجوه رکي وڃي ٿي جيڪا
حديث مطابق جنت جو ميوو آهي.

**ماني:** افطاري جو اهم جزو آهي. رڳو مسجد نبوي ۾ اندر اچڻ واري
ماني جا به ڏهن کان مٿي قسم آهن. جيئن: چپاتي، حب مصري، گول
ماني جنهن تي ڀگل تر چنبڙيل هوندا آهن. ڪاڏي ۾ ڏاڍي لذيذ
هوندي آهي.

Scanned with CamScanner

**ڏڌ**: جنهن کي زبادي سڏن ٿا. جنهن تي Full cream ڪامل الدسم لکن ٿا. هڪ پيڪٽ ۾ ستر کان اڍائي سو گرامن تائين ڏڌ هوندو آهي. پن هفتن تائين ان جي Expiraty date لکيل هوندي آهي. مٿان سنهون غلاف کولڻ سان تازو تازو ڏڌ نڪرندو آهي جيڪو ڏاڍو لذيذ هوندو آهي.

**دُڪو**: هي ڏڌ ۾ وجهڻ جو مصالحو هوندو آهي جنهن ۾ مختلف شيون هونديون آهن. دُڪي کي ڏڌ ۾ وجهي گهمائي ٽِرن واري ماني سان کائڻ جو مزو مثالي آهي. ساري دنيا جا لذيذ طعام ڪوفتا ۽ ڪورما برياني ۽ چاشنيون هڪ پاسي مديني جي افطاري واري ماني، ڏڌ جو مٽ ناهن.

**قهوه**: هي عربن جو خاص مشروب آهي. کجور ساڻ کائڻ ڏاڍو مزيدار هوندو آهي.

**چانهه**: بغير کير واري ڪٽي کير واري به ڏني ويندي آهي.

**تازي ميوات: انگور**: هي سرزمين مديني جو ميوو آهي. سبحان الله ان جي لطف ۽ جي چا ڳالهه ڪجي.

**صوف**: هي اڪثر لبنان ۽ يمن کان اچن ٿا.

**ڪيلا**: جيڪي مختلف ملڪن کان اچن ٿا. ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڏيندا آهن. ان کان علاوه ڪن دسترخوانن تي انجير ۽ زيتون به هوندا آهن.

**سُڪل ميوات**: بادام، ڪاجو، پستا، انجير. هي شيون به دستر خوان تي لڳايون وڃن ٿيون. هر شيءِ مان ٿورو ٿورو کائڻ سان ڍؤ ٿي وڃي ٿو.

Scanned with CamScanner

## دعاءِ افطار:

جيئن جيئن افطاري جو وقت ويجهو ٿئي ٿو. ڪاڏا سڀ سامهون هجن ٿا. الله جون نعمتون آڏو آهن. ان مهل هر ماڻهو دعا لاءِ هٿ کڻي ٿو. گهڻا ماڻهو تہ دعا لاءِ اٿي بيهن ٿا.

## اذانِ مغرب:

جيئن مؤذن الله اڪبر چوي ٿو تہ لکين انسان بيڪ وقت روزو افطار ڪن ٿا. هر پاسي مانار آهي. هر هڪ جون الله جي رحمت ۾ نگاهون آهن. دعائن جي اجابت جي گهڙي آهي. هوڏهون مؤذن الله اڪبر چوي ٿو هيڏهون لکين انسانن جا وات کلن ٿا. کجور جي ڳڙي وات ۾ پوي ٿي متان زمزم جو ٿڌو پاڻي. سبحان الله! لنؤن لنؤن ٺري پوي ٿو. روزيدار لاءِ بہ لذتون آهن.

فَرْحَةٌ عِنْدَ فِطْرِهِ[1]

روزي کولڻ جي لذت هت هر ڪنهن حاصل ڪئي پڪ آهي تہ بي لذت "فَرْحَةٌ عِنْدَ لِقَاءِ رَبِّهِ"[2] ضرور حاصل ٿيندي.

ڪيڏي مهل ماڻهن ڪان بانگ جو جواب ڏيڻ وسري وڃي ٿو.

---

[1] صحيح مسلم (2 / 807) سنن النسائي (4 / 162) سنن ابن ماجه (1 / 525) مصنف ابن أبي شيبة (2 / 273) مسند أحمد (13 / 49) سنن الدارمي (2 / 1110) السنن الكبرى للنسائي (3 / 131) الترغيب في فضائل الأعمال وثواب ذلك لابن شاهين (ص: 51) أمالي ابن بشران (ج1ص: 132)

[2] صحيح مسلم (2 / 807) سنن النسائي (4 / 162) سنن ابن ماجه (1 / 525) مصنف ابن أبي شيبة (2 / 273) مسند أحمد (13 / 49) سنن الدارمي (2 / 1110) السنن الكبرى للنسائي (3 / 131) الترغيب في فضائل الأعمال وثواب ذلك لابن شاهين (ص: 51) أمالي ابن بشران الجزء الأول (ص: 132)

Scanned with CamScanner

آگونن چمڻ وارن کان آگونا چمڻ وسري وڃن ٿا.

ڪن ڪان اذان ڪان پوءِ واري دعا وسري وڃي ٿي.

روٽي ۽ دهي جي لذت جدا. ڪهوي ۽ چانهه جي لذت ڌار.

سُڪي، آلي فروٽ جا مزا جدا. سبحان الله!

الله جا نعمت خلقي آهي اڄ روزيدارن، اعتڪاف وارن جي اڳيان آهي. چهرا هشاش، بشاش آهن. ٿورڙي ئي دير ۾ هر هڪ ڪائي، پي رڄ ڪري وني ٿو. سُفرن ۾ ڪڙڪات شروع ٿي وڃن ٿا. سُفرا ويڙهجڻ لڳا. ماٺهن جا هلڪا هلڪا آواز شروع ٿين ٿا پوءِ وٺ، پڪڙ، ويڙهه، ڪڻ، سِميٽ، لَپيٽ جا آواز اچڻ لڳا. ٿوري دير ۾ دستر خوان ويڙهجي وڃن ٿا جڻڪ هتي ڪجهه هيو ئي نه. مُڪَبِّر تڪبير چوي ٿو. صفون سڌيون ٿي وڃن ٿيون. لڪين انسان الله جي حضور ۾ ائين ڪڙا ٿي وڃن ٿا جيئن ڪا فوجَ پنهنجي ڪمانڊر اڳيان صفون ڪري بيهندي آهي. امام جي الله اڪبر جو انتظار آهي.

اِسْتَوُوْا سَوُّوْا صُفُوْفَكُمْ سڌا ٿيو صفون سڌيون ڪيو.

رسول الله ﷺ فرمايو اوهان صفن ۾ ائين ٿي بيهو جيئن ملائڪ الله جي حضور ۾ صفون ٻڌي بيهندا آهن.

الله اڪبر ٿئي ٿي ته لڪين ٻانهان صِف دَر صِف پنهنجي خالق ۽ مالڪ جي حضور ۾ بيهي وڃن ٿا. گردن خم ٿي وڃن ٿا. ٻانهون ٻڌي با ادب بيهن ٿا. ان وقت رسول الله ﷺ ڪيترا خوش ٿي رهيا هوندا.

ایک ہی صف میں کھڑے ہو گئے محمود و ایاز

نہ کوئی بندہ رہا نہ کوئی بندہ نواز

Scanned with CamScanner

**بعد نمازِ مغرب:**

نماز ختم ٿيڻ بعد ڪي ڪائڻ ۾ لڳي وڃن ٿا ڪي نوافل ڪي تلاوت ۾ ڪي صلواة التسبيح پڑھن ٿا. ايتري ۾ صفائي جو عملو اچي وڃي ٿو. جيڪو معتڪفن جا وڇايل مصلا هٽائي پوري مسجد نبوي جي قالينن کي مشينن سان صاف ڪري ٿو. عجيب مشينون آهن جيڪي زمين تي پيرين هلن ٿيون. انهن مان نڙو نڪتل آهي جنهن جو آخري حصو هڪ ڏنڊي وانگر آهي. جيڪو آپريٽر جي هٿ ۾ آهي. نڙي جي هيٺين حصي ۾ هڪ فوٽ ويڪرو منهن آهي جيڪو قالينن سان گسائن ٿا تہ پويان مشين چوس ڏئي ٿي. قالين تي ڪريل ٽِرن جا داڻا، کجور جون ڪَکِڙيون ۽ ٻيو ڪِچرو سڀ مشين چوسي وٺي ٿي. جيڪو مشين جي پيٽ ۾ وڃي جمع ٿئي ٿو. پوءِ ان کي ٻاهر وڃي صاف ڪن ٿا. اڌ ڪلاڪ ڪن ۾ پوري مسجد نبوي صاف ٿي وڃي ٿي. گهڻا ماڻهو نئون وضو ڪرڻ لاءِ حمامن طرف نڪري وڃن ٿا. عشاءَ جي اذان ڪان اڳ وري پورو حرم ماڻهن سان ڀرجي وڃي ٿو.

ان وچ ۾ تلاوت ڪرڻ وارا بہ اڍائي سيپارا تلاوت ڪري وٺن ٿا.

**نظافت:**

ايڏي وڏي مخلوق مسجد ۾ رهڻ جي باوجود هتي جي نظافت، صفائي، سترائي مثالي آهي. مسجد جا خدام هر وقت صفائي ۾ مصروف رهن ٿا. لڪين ماڻهن جي روزي کولڻ بعد صرف بہ ٽي منٽن ۾ اهڙي طرح صفائي ٿي وڃي ٿي جو ڇڙڪ هتي ڪنهن ڪجھ بہ نہ ڪاڍو هجي.

## روشني:

پورو حرم رات توڙي ڏينهن هر وقت روشن رهي ٿو. البته اشراق بعد جديد حرم جي اندرين حِصن جون لائٽون بند ڪيون وڃن ٿيون ته جيئن آرام ڪرڻ وارا سڪون جي ننڊ ڪري سگهن.

## عورتون اعتڪاف ۾:

مسجد نبوي شريف ۾ مردن وانگر هزارين عورتون به اعتڪاف ۾ ويهن ٿيون. انهن لاءِ به اهڙو ئي انتظام هوندو آهي. اندر عورتن لاءِ ڪتب خانا ۽ دار المطالعه به آهن. عورتن لاءِ به سحري، افطاري جو اعليٰ انتظام آهي. جيڪي عورتون شرعي عذر ۾ هونديون آهن، انهن لاءِ ٻاهران ڇتين جون ڇائون آهن. ويهڻ ذڪر ۽ درود و سلام پڙهڻ لاءِ ساحات آهن.

## ڪيمرائون:

پوري مسجد نبوي جي هر حصي ۾ خود ڪار ڪيمرائون نصب آهن. اندر بد روم (تهه خاني) ۾ ڪنٽرول روم آهي جتي هر وقت مراقب ويٺل آهن. جتي به ڪا اڻ وڻندڙ ڳالهه ٿئي ٿي ته فورًا پوليس پهچي وڃي ٿي. هڪ ماڻهو جي ڪيسي مان بٽو نڪري ويو ان ماڻهو کي خود خبر نه پئي پوليس چور کي پڪڙي بٽو هٿ ڪري آڻي مالڪ کي ڏنو.

## روضة الجنة:

هتي هر وقت مشتاقن جو ميڙو متل آهي. هي محمدي محراب آهي جتي نبين جو امام مِٺو مُحَمّد ڪريم ﷺ بيهي نماز پڙهائيندو هيو. هي صفون آهن جتي ابوبڪر ۽ عمر، عثمان ۽ علي، طلحه ۽ زبير (رضوان الله عليهم اجمعين) هنن صفن ۾ بيهي نماز پڙهندا هيا.

Scanned with CamScanner

هاءِ الله! هي محراب جي پاسي ۾ اسطوانہ مخلقہ آهي جتي ڪجيءَ جو ٿُڙ رنو هيو. غور ڪيو اکيون بند ڪري تصور ڪيو اجا تائين ڪَنَن ۾ سُڪل ٿُڙ جي سڏڪڻ جا آواز گونجي رهيا آهن.

وهوا هيءَ منبر آهي جتي خطيب الامم ﷺ خود بيهي خطبو ڏيندا هيا. الله جون آيتون ۽ احڪام پڙهي ٻڌائيندا هيا ۽ ان ئي منبر تي هڪ ڏينهن حسنين ڪريمين ﷺ ڪي گوڏن تي ويهاريو هيائون.

اکيون پوري تصورن جي دنيا ۾ گم ٿي وڃو هي سامهون حيات النبي ﷺ موجود آهن.

ڪرو والله ڪرم، اے میرے شاہِ امم

## عابد انسانن جو اجتماع:

مدينہ منوره مرڪز آهي. ساري دنيا جا غوث، قطب، قلندر، اوتاد ۽ ابدال هتي حاضر ٿين ٿا. جيڏانهن نهاريو نوري منظر اکيان نظر ايندا. چوويهہ ڪلاڪ عبادت جاري آهي. ڪو قيام ۾ قائم آهي تہ ڪو سجود ۾ سُڏڪي رهيو آهي. ڪو ذڪر ۽ فڪر ۾ مگن آهي تہ ڪو تلاوت ۾ محو آهي. ڪنهن جي نراڙ تي تہ لکيل ڪونهي تہ هي ولي آهي. پر ولين جا چهرا پري کان پڌرا هوندا آهن. انهن جي پيشانين ۾ نور پرندو آهي. چهرن ۾ معصوميت، گفتار ۾ ميٺاج هوندو آهي. انهن کي ڏسڻ سان الله ياد اچي ويندو آهي.

هُمُ الَّذِينَ إِذَا رُؤُوا ذُكِرَ اللهُ[1]

---

[1] مصنف ابن أبي شيبة (7 / 195) الأولياء لابن أبي الدنيا (ص: 18) فيض القدير (3 / 115). الفردوس بمأثور الخطاب (1 / 138) فيض القدير (3/ 115)

الله جا ولي اهي آهن جن کي جڏهن ڏٺو وڃي ته الله ياد اچي وڃي ٿو وچين ورانڊي ۾ پهرئين ڇتي جي ڇانوَ ۾ جتان قبة الخضراء سامهون هوندو آهي اتي عُشاق ۽ عُرفاءَ نوراني چهرن وارا گهڻا ويٺل نظر ايندا آهن. ڪي وري ڪُنڊن، پاسن ۾، گمنامي وارن گوشن ۾ لوڪان لڪا ويٺا رهبر کي ريجهائيندا آهن. ڪڏهن ڪنهن عارف بالله، ذاڪر لله جي پاسي ۾ ويهڻ جي سعادت ملي وڃي ته ان جي بدن جي لمس سان دل ذڪر ۾ جاري ٿي ويندي آهي.

مون سي ڏٺا ماءِ جن ڏٺو پرينءَ کي،
تني سندي ڪا ڪري نه سگهان ڳالهڙي.

## ديوان اولياءِ:

حضرت سيدي عبدالعزيز دباغ (الابريز ۾) لکيو آهي ته چاليهه ابدالن جي مجلس روزانو ٿيندي آهي جنهن ۾ فيصلا ڪيا ويندا آهن. دنيا ۾ صرف ٽي گوشا آهن جتي اهي اولياءَ جمع ٿي سگهن ٿا. ٻي زمين کي طاقت نه آهي جو انهن جو بار برداشت ڪري سگهي.

1. بيت الله العتيق 2. ڪوهِ طور 3. مسجدِ نبوي.

هتي انهن الله جي مقبول ٻانهن جي محفل لڳندي آهي. ڪڏهن ڪنهن مَقام تي، ڪڏهن مقام تي پر اها عوام جي نظرن کان پوشيده هوندي آهي. سواءِ انهن جي جن کي الله ڏيکاري.

## اهل مماتي بزرگن جي آمد:

ڪڏهن ڪي وفات ٿيل اولياءَ به روحاني طرح حاضر ٿيندا آهن. امام الانبياءَ ﷺ جي بارگاه ۾ اچي حاضر ٿيندا آهن.

Scanned with CamScanner

## عجيب مشاهدو:

هيءَ حقيقت مون خود مشاهدو ڪئي آهي تہ ڪڏهن ٻاري ۾ ماڻهن جي زبردست رش هوندي آهي. وري اچانڪ جايون خالي ٿي پونديون آهن. ائين مڪي ۾ بہ مشاهدو ٿيو آهي.

## مهمان نوازي:

حضرت حبيب ڪريم ﷺ مهمان نواز آهن. پنهنجي مهمانن جو گهڻو خيال فرمائيندا آهن. يمن جو هڪ شخص آيو چوڻ لڳو يارسول الله اوهان جو مهمان آهيان. اچي ستو تہ خواب ۾ حبيبن جو ديدار ٿيس. پاڻي، ماني ۽ کير جو پيالو عنايت ڪيائونس. اڌ ماني کاڌائين تہ ڊؤ ٿي ويس. کير پِي جڏيائين سجاڳ ٿيو تہ باقي اڌڙ هٿ ۾ هيس ۽ کير جي اچاڻ چپن کي لڳل هيس. اها مهمانداري اڄ بہ جاري آهي. لڪين ماڻهو آهن هرماڻهو کي ان جي من پسند غذا ملي رهي آهي. ڪو ڪونہ ٿو چوي تہ مون هيءَ شيءِ طلبي ۽ نہ ملي. بلڪ هر ڪو ائين چوي ٿو تہ جيتري مون سان مهرباني ٿي آهي اهڙي ڪنهن سان نہ ٿي هوندي.

## مُعتَڪِفِين تي مهربانيون:

هونئن تہ حبيب ڪريم ﷺ هڙني امتين مٿان مهربان آهن. پر جيڪي پنهنجا ٻچا ۽ ٻار، گهر گهاٽ ڇڏي سندن حضور ۾ سندن تڏي تي اچي ويٺا آهن انهن سان سندن خصوصي عنايتون ٿين ٿيون. مولانا طاهر القادري بيان ڪيو تہ سندس والد مسجد نبوي ۾ اعتڪاف ۾ ويٺل هيو. رات جو ڪجھ دير آرامي ٿيو تہ حبيبن جو ديدار ٿيس. فرمايائون اٿ اڄ ليلۃ القدر آهي.

حبيبن ﷺ جي هٿ ۾ ننڍڙو گھڙيال هيو ان ۾ هِڪ وڄي رهيو.... ان مان سمجھيائين تہ شايد قبوليت جي گھڙي هڪ بجي آهي. سڄاڳ ٿي پيو، پاسي ۾ هڪ هندستاني ستل هيو ان کي جاڳايائين اهو غير مسلم مان مسلمان ٿيو هيو. اٿڻ سان چيائين اڄ ليلة القدر آهي ۽ قبوليت جي گھڙي هڪ بجي آهي. پڇيائين توکي ڪيئن خبر پئي؟ چيائين جنهن محبوب توکي سڄاڳ ڪيو آهي ان مون سان بہ عنايت ڪئي. تون صرف وطن ڇڏي هت پهتو آهين آءُ پنهنجو وطن ۽ پنهنجو مذهب ڇڏي هتي پهتو آهيان.

**تلاش ليلة القدر:**

اعتڪاف دوران ليلة القدر جي تلاش ڪئي وڃي ٿي جيڪا هڪ رات هزار مهينن کان ڀلي آهي. پوئين ڏهي جي اِڪي راتين ۾ ان جو وڌيڪ اهتمام ڪيو وڃي ٿو. اڪي راتين ۾ مقامي عرب سڳورا بہ پنهنجي اهل خانہ سميت وڏي تعداد ۾ مسجد نبوي ۾ اچي عبادت ڪن ٿا. انڪري اڪي راتين ۾ مسجد نبوي شريف ۾ مزيد هجومِ عاشقان هوندو آهي ۽ عابدن جون عبادتون عروج تي هونديون آهن.

**آخري رات:**

هاءِ الله ڏهو ڪيئن گذري ويو!! پر مهينو مبارڪ ئي گذري ويو! خبر نہ پئي هتي وقت جي رفتار تمام تکي محسوس ٿئي ٿي.

مرا در منزلِ جانان چہ امن و عيش چون هر دم
جرس فرياد مے دارد کہ بر بنديد محملها

حديث پا ڪ ۾ آهي تہ پوري رمضان ۾ جيتريون رحمتون ونڊبيون آهن جڏهن آخري رات ٿيندي آهي تہ ان هڪ ئي رات ۾ ايتريون رحمتون ونڊبيون آهن. صحابہ پڇيو تہ ڇا اها ليلة القدر واري رات آهي؟ فرمايائون مزدور جڏهن ڪم ختم ڪندو آهي تہ ان کي اجرت ڏني ويندي آهي.[1]

آخري رات اُجرت واري رات هوندي آهي. محنت ڪشن کي انهن جي انعامن سان نوازيو ويندو آهي.

عرفاءَ چون ٿا تہ ان رات ۾ حضرت حبيب ڪريم ﷺ خصوصي دربار لڳائيندا آهن ۽ پنهنجي غلامن ۾ خيرات ونڊيندا آهن. ڪن کي غوث تہ ڪن کي قطب تہ ڪن کي ابدال بنايو ويندو آهي. اها باطني خيرات ملڻ جي رات هوندي آهي.

**دوري ۽ حضوري:**

هيءَ سخين جي بادشاه جي بارگاھ آهي. هو ڏسو سامهون سبز ڄاري مبارڪ آهي. ان جي اندر حبيبن جي حويلي آهي.

اَلْأَنْبِيَاءُ أَحْيَاءٌ فِي قُبُورِهِمْ يُصَلُّونَ[2]

نبيءَ پنهنجي قبرن ۾ زنده هوندا آهن نمازون ادا ڪندا آهن.

هو سامهون حبيب ڪريم ﷺ موجود آهن. نماز ادا ڪري رهيا آهن. درود پڙهڻ وارن ڏانهن مسڪرائي نهاري رهيا آهن. سلام پڙهڻ وارن کي سلامن جا جواب عنايت ڪري رهيا آهن.

---

[1] مسند أحمد (13/295) شعب الإيمان (5/220) فضائل الأوقات للبيهقي (ص: 144)

[2] مسند البزار = البحر الزخار (13/299) مسند أبي يعلى الموصلي (6/147) فوائد تمام (1/33)

Scanned with CamScanner

حضرت عبد الله بن الحارث بن جزء ﷺ تو فرمائي تہ:

مَا رَأَيْتُ أَحَدًا أَكْثَرَ تَبَسُّمًا مِنْ رَسُولِ اللهِ ﷺ[1]

رسول الله ﷺ کان وڌيڪ مون ڪنهن کي بہ گهڻو مرڪندڙ ڪو نہ ڏٺو. مسڪراهت سندن عادت آهي. سخاوت ۽ فياضي سندن فطرت آهي. ڪڏهن ڪنهن کي نهڪر ڪونہ تا ڪن:

مَا سُئِلَ رَسُولُ اللهِ ﷺ شَيْئًا قَطُّ فَقَالَ لَا[2]

رسول الله ﷺ کان ڪنهن بہ شيءِ جو سوال ڪيو ويو تہ پاڻ "نہ" ڪو نہ چيائون.

ان سخي سلطان جي بارگاهہ ۾ هي پروانن جو هجوم ڪٺو آهي. ڪو روئي رهيو آهي تہ ڪو کلي رهيو آهي. ڪو سُڏڪي پيو تہ ڪو ڏُسڪي پيو. ڪو هن حبيب کان پري نہ آهي. سندن الطافِ ڪريمانہ ۽ نگاهِ شفيقانہ هر هڪ مٿان آهي. هي مُعتَڪِف مهمان آهن پر ڪنهن جا؟ هي مسجد ڪنهن جي آهي؟ هي حجرو ڪنهن جو آهي؟ ٻڌو پاڻ ﷺ فرمائن ٿا:

مَسْجِدِيْ هَذَا:[3] هي منهنجي مسجد آهي.

---

[1] سنن الترمذي (5/ 601) مسند أحمد (29/ 245) شعب الإيمان (10/ 396) شرح السنة (13/ 260)

[2] صحيح مسلم (4/ 1805) مصنف ابن أبي شيبة (6/ 329) مسند أحمد (22/ 198) مسند أبي يعلى الموصلي (6/ 4) حلية الأولياء وطبقات الأصفياء (7/ 90) شرح السنة للبغوي (13/ 250)

[3] صحيح البخاري (2/ 60) صحيح مسلم (2/ 1012) سنن أبي داود (1/ 274) سنن الترمذي (5/ 280) سنن النسائي (2/ 36) مسند أحمد (10/ 56) مصنف ابن أبي شيبة (6/ 417) سنن الدارمي (2/ 890) تاريخ المدينة لابن شبة (1/ 38) أخبار مكة للفاكهي (2/ 93) سنن ابن ماجه (1/ 451)

Scanned with CamScanner

پنهنجي تڏي جو هرهڪ کي ننگ پوندو آهي. ڪنهن کي خواب ۾ تہ ڪِنهن کي بيداري ۾ ديدار ڪرائي رهيا آهن. سندن ظاهري زندگي ۾ بہ عادت هئي جو مسجد جي گوشي ۾ رهيل اصحابِ صفہ کي پنهنجو مهمان سمجهندا هيا.

سائڻ فاطمہ رضي الله عنها عرض ڪيو هيو تہ ڪيس گهر جي ڪم ڪار لاءِ ٻانهو عنايت ڪيو وڃي تہ پاڻ فرمايو هئائون جيسيتائين صفي وارن جي بک نہ لاهيندس تيسين توکي ٻانهو نہ ڏيندس. پوءِ پاڻ اول صفي وارن کي کارائيندا هيا.

إِنَّ عِلۡمِيۡ بَعۡدَ مَوۡتِيۡ كَعِلۡمِيۡ فِي الۡحَيَاةِ [1]

منهنجي وفات بعد بہ منهنجو علم ائين هوندو جيئن منهنجي (ظاهري) زندگي ۾ آهي.

پاڻ اڄ بہ ائين ئي مهمانن ڏانهن سخاوتن ۽ عنايتن سان متوجہ آهن. هتي هر ڪو سير آهي. پُرباش آهي. قَسم سان ٿو چوان تہ هرڪو ائين ٿو چوي جيڪا مون سان مهرباني ٿي آهي سا ڪنهن سان ڪو نہ ٿي هوندي. هڪ شخص افطاري مهل پڪوڙا طلبيا تہ ان کي اهي مليا. هڪ برياني گهري ان کي اها ملي. هڪ چيو تہ ائين روزو نہ کوليندس جيسيتائين ڪو وات ۾ نہ کارائي. سڀ روزو کولي ويا اهو چپ ويٺو هيو تہ هڪ عربي اچي ان جي وات ۾ ڪا مٺي شيءِ

[1] الدر المنضود في الصلاة والسلام على صاحب المقام المحمود (ص: 284)الترغيب والترهيب لقوام السنة (1 / 525) كنز العمال (1 / 507) جامع الأحاديث (21 / 14) القول البديع في الصلاة على الحبيب الشفيع (ص: 162) الحاوي للفتاوي (2/ 179) الحاوي للفتاوي (2/ 179)

Scanned with CamScanner

پنھنجي ھٿن سان وڏي. چوي ٿو تہ تن ڏينھن تائين ان جي لذت نڙي مان ختم نہ ٿي. خبر ناھي تہ ھئي ڪھڙي شيءِ. ھڪ ماڻھو چشمو گھريو تہ ان کي ان جي نظر جي نمبر موافق چشمو عنايت ڪيو ويو. ھڪ ماڻھو ڪتاب گھريو تہ ان کي اھو ڏنو ويو. ھڪ ماڻھو ديدار جي آرزو ڪئي تہ ان جي اھا تمنا پوري ڪئي وئي. ھڪ ماڻھو اقامو گھريو تہ ان کي اھو عطا ڪيو ويو. ھڪ ماڻھو معرفت ۽ ولايت جي باطني نعمت طلب ڪئي تہ ان کي اھا عطا ڪئي وئي. سبحان الله! ابو القاسم، ابوالزھراء ﷺ جي فياضي ۽ سخا.

## ٻارا ۽ چارا:

پوري مسجد نبوي ۾ ٻارا آھن وچ ۾ چارا آھن. ٻارن ۾ ماڻھو معتڪف ويٺل آھن. وچن چارن مان ماڻھن جي آمد رفت جو سلسلو رھندو آھي.

## تحية المسجد:

ھن نفل جو عرب سڀُورا گھڻو اھتمام ڪن ٿا. حديث ۾ ان جي فضيلت آئي آھي. ھڪ عرب عالم کي ڏٺم باب الصديق ڪان ٻہ چار وکون ٻاھر نڪتو وري موٽي آيو تہ ٻہ رڪعتون نفل ادا ڪيائين.

## عشاءَ نماز ۽ تراويح ۽ وتر:

عشاءَ جي اذان بعد ٻہ رڪعتون پڙھڻ جي وقفي بعد سومھڻي جي اقامت ٿئي ٿي. فرض ھڪڙو امام پڙھائي ٿو پوءِ پھريون ڏھ تراويح ھڪ امام ۽ پويون ڏھ ٻيو امام پڙھائي ٿو. قرآن مجيد پوري تجويد ۽ ترتيل سان پڙھن ٿا. شَدّ، مَدّ، غُنو، قَلقلو وغيره جو مڪمل خيال رکن ٿا. اڪثر امام عذاب جي آيتن تي روئي پون ٿا. پوءِ تہ پوري حرم ۾ روئڻ جا آواز ٻڌجڻ ۾ اچن ٿا. تقريبًا پوڻا ٻہ ڪلاڪ نماز ھلي ٿي.

Scanned with CamScanner

## وتر واجب جو مسئلو:

مسجد نبوي شريف ۾ رمضان المبارڪ جي پهرين ٻن ڏهن ۾ وتر واجب تراويح بعد جماعت سان پڙهائن ٿا. پوئين ڏهي ۾ رات جي نماز قيام الليل بعد پڙهائن ٿا. اهو هن طرح جو اول ٻه رڪعتون پڙهي سلام ورائن ٿا. پوءِ هڪ رڪعت جدا جوڙن ٿا. ان ۾ رڪوع بعد قومي ۾ دعاءِ قنوت پڙهن ٿا جيڪو تقريبًا پندرهن منٽ هلي ٿو. جيئن ته هنن جو سرڪاري مذهب حنبلي آهي ۽ حنابله وٽ وتر جو طريقو اهو ئي آهي. پر اسان جيئن ته حنفي آهيون ۽ اسان جي امام اعظم ﷫ ان طرح وتر پڙهڻ کان منع ڪئي آهي. سندس دليل آهي ته:

أَنَّ النَّبِيَّ ﷺ نَهَى عَنِ الْبُتَيْرَاءِ [1]

هڪ رڪعتي نماز کان رسول الله ﷺ منع ڪئي.

اڪثر احناف انهن پٺيان وتر ڪونه پڙهندا آهن. ڪن جو خيال آهي ته چارئي مذهب حق جا آهن ڪنهن هڪ امام جي قول تي عمل ٿي ويو ته نماز ادا ٿي وئي.

## تراويح بعد:

وري دوباره ڪافي جاين تي پلاسٽڪ وارا دستر خوان لڳي وڃن ٿا ۽ ننگر جاري ٿي وڃي ٿو. معتڪف وارا وارا ڏئي کائن ٿا. ڪي وضوءَ لاءِ نڪري وڃن ٿا. ڪي ڪجهه دير آرام ڪن ٿا.

---

[1] أحكام القرآن للجصاص ت قمحاوي (1 / 293)نيل الأوطار (3 / 41) التمهيد لما في الموطأ من المعاني والأسانيد (13 / 254) فتح الباري لابن رجب (9 / 107) مرعاة المفاتيح شرح مشكاة المصابيح (3 / 404) خلاصة الأحكام (1 / 557)

ڪي نماز تسبيح، تلاوت ۽ ذڪر فڪر ۾ مشغول ٿي وڃن ٿا.

**قيام الليل:**

رات جو هڪ بجي ٻيهر جماعت قائم ٿئي ٿي جنهن ۾ قيام الليل جا ڏهه نفل پڙهن ٿا. پوءِ وتر ادا ڪن ٿا. اها نماز به پوڻا ٻه ڪلاڪ هلي ٿي. ان ۾ ڊگهو قيام، ڊگها سجدا ڪن ٿا. ان مهل ڪنهن کي سمهڻ نه ٿا ڏين. عرب سڀ ڳورا وڏي چاهه سان شوق ۽ ذوق سان اهي نفل ادا ڪن ٿا. البته ڪي عجمي ان قيام الليل کي سزاءِ الليل سمجهن ٿا. پر عربن جا ننڍڙا ٻارڙا به ان قيام ۾ شريڪ ٿين ٿا. ڪي وري قرآن شريف کولي ٻڌندا رهن ٿا. نوافل قيام الليل ختم ٿيڻ بعد ماڻهو سحري لاءِ ٻاهر نڪرن ٿا. ڪي وري مسجد ۾ ئي سحري ڪن ٿا.

**تهجد جي اذان:**

ٻنهين حرمن ۾ باقائده روزانو فجر جي اذان کان پورو هڪ ڪلاڪ اڳ تهجد جي اذان اچي ٿي. جنهن بعد ماڻهو انفرادي طرح نفل ادا ڪن ٿا. ان مهل عجيب نظارو هوندو آهي. ماڻهو سحري ڪري اچي ٻيهر نوفل ۽ دعائن ۾ شروع ٿي ويندا آهن.

ڪو سجدي ۾ پيو سُڏڪي، ڪو قيام ۾ پيو پڪاري، ڪو دعا مناجات ۾ پيو سائين کي سڏڙا ڪري. ڪي عشاق سلام تي نڪري وڃن ٿا. تهجد جي اذان کان پورو ڪلاڪ پوءِ فجر اذان اچي ٿي ۽ ماڻهو ٻه رڪعتون سنت فجر ادا ڪن ٿا ته ڏهن منٽن جي وقفي بعد اقامت ٿئي ٿي. اڳي ائين هيو جو حرمين جا امام فجر جي نماز طويل قرائت سان پڙهندا هيا. هر جمعي جي فجر ۾ پهرئين رڪعت ۾ حم السجدة ۽ ٻي رڪعت ۾ سورة الانسان پڙهندا هيا.

Scanned with CamScanner

پر هن سال ڪنهن جي چوڻ تي يا پاڻان فجر جي تلاوت گهٽائي ڇڏي اٿن. هاڻي سورة البروج ۽ سورة الطارق جهڙيون سورتون پڙهن ٿا.

**فجر نماز بعد:**

اڪثر ماڻهو آرامي ٿي وڃن ٿا. پر ڪي ماڻهو مختلف قسمن جي عبادت ۽ اذڪار ۾ مشغول رهن ٿا تانجو اشراق پڙهي پوءِ سمهن ٿا. پوءِ اندريون بتيون بند ڪيون وڃن ٿيون. نسبتًا هر پاسي ماٺار ٿي وڃي ٿي. البتہ ڪم وارو عملو پنهنجي ڪم ۾ مصروف رهي ٿو. خالي ڪولر ڪڍي وڃن ٿا.

حرم ۾ اندر بيٽرين تي بنا شور ۽ آواز وارين گاڏين مٿان خالي ڪولر ستي ٻاهر ڪڍي وڃن ٿا. يا وري مسجد ۾ اندر مخصوص جايون آهن جتي پاڻي پائيپن ذريعي اچي ٿو ان مان ڪولر ڀريا وڃن ٿا. ظهر بعد وري پوري حرم ۾ مخصوص جاين تي اهي ڪولر لڳايا وڃن ٿا. پر انهن سان گلاس نہ هوندا آهن.

ڏينهن جو ڏهين، يارهين بجي زندگي وري بيدار ٿئي ٿي. ان وقت حمامن وٽ حال عجيب هوندو آهي. هڪ هڪ حمام اڳيان چار پنج ماڻهو قطارن ۾ بيٺا هوندا آهن. *ایک انار صد بیمار* جو منظر هوندو آهي. ساڍي يارهين بجي تائين وري سڀ جماعت صِف در صِف ويهي ويندي آهي ۽ عبادت ۾ مصروف ٿي ويندا آهن.

**نمازِ ظهر:**

ٻارهن لڳي ستاويهہ منٽن تي ظهر جي اذان اچي ٿي تہ ماڻهو عبادت لاءِ مستعد هوندا آهن. ظهر نماز بعد ڪي دوباره آرام ڪن ٿا پر

اڪثر تلاوت ۽ اذڪار ۾ مشغول هوندا آهن تانجو ٽي لڳي پنجاهه منٽن تي عصر جي اذان ايندي آهي.

**بعد العصر:**

اڪثر ماڻهو تلاوتِ قرآن ۾ مصروف ٿي ويندا آهن. ڪي دعائن ۾ مصروف هوندا آهن. خاص ڪري افطاري ڪان اڳ تہ دعا گهرڻ وارن جو عجيب حال هوندو آهي.

**وقت جي رفتار:**

منهنجو مشاهدو آهي تہ ڳوٺ آهيون تہ اتي وقتُ گذري ٿو پر مڪي پاڪ ۾ وقت ڊوڙي ٿو پر مديني شريف ۾ وقت جهٽڪ اڏامي ٿو. رات ڪيئن ٿي گذري؟ ڏينهن ڪيئن ٿو گذري؟ هفتو، ڏهو ۽ مهينو ائين گذري وڃي ٿو جهٽڪ خواب لڏوسين.

**خوشبوءِ ئي خوشبوءِ:**

مسجد نبوي جي هر ڀاري ۾ هر چاري ۾ خوشبوءِ ئي خوشبوءِ آهي. چٽيون ڪلڻ سان هوا جي هير لڳي ٿي تہ ان مان عجيب سڳنڌ اچي ٿي جيڪا تن من معطر ڪري ڇڏي ٿي. ماڻهو قيمتي عطرَ ۽ عُـودَ مشڪ ۽ گلاب ڪٽي اچن ٿا حرم ۾ هڪ ٻئي کي لڳائن ٿا. اوهان ويٺا هوندا يا ويندا پيا تہ ڪو نہ ڪو اچي اوهان کي عطر مکي ويندو ۽ ان جي سرهاڻ اوهان سارو ڏينهن محسوس ڪندا رهندا.

اَسُورَ سَندي آسِري، ويٺو آهِ وِڳَندُ:
هَڏِ نہ ڇَڏِيندو هَندُ، آيَسِ بُوءِ بَهارَ جِي.

## نور ئي نور:

حرم نبوي ۾ هر صف ۾ هر حصي ۾ هر پاسي ۾ نور ئي نور وسي ٿو. ان عرفاني ۽ معنوي نور جي چمڪ دلين تي پوي ٿي، سو جيڪو ماڻهو خلوص سان ڏهو ويهي ٿو ته اتڻ ڪان اڳ ان جي دل منور ۽ جسم معطر بنجي پوي ٿو.

ڪارِي راتِ، اَڇو ڏِينهُن، اِيُّ صِفَتان نُور؛
جِتي پِرِينءَ حضُورُ، تِتي رَنگُ نہ رُوپُ ڪر.

## جمال ۽ ڪمال:

هتي جمال بہ آهي تہ ڪمال بہ آهي. حسنِ ظاهر بہ آهي تہ حسنِ باطن بہ آهي. ڪنهن چيو آهي تہ:

کونین دے والی دا گھر بار بڑا سوہنا
سوہن رب دے مدینے والے دا گھر بار بڑا سوہنا
انج تہ مسجد نبوی دی ہر چیز نرالی اے
جھڑا روضے دے نال ملیا او مینار بڑا سوہنا

آءُ ڪيئن وجهان هِينئُڙي هير، اڳُڻ تنهنجي اچڻ جي،
منهنجا ميرا پير اڳڻ تنهنجو اُجرو.

سُونهن وجايم سومرا ميرو منهن ٿيوم
وڃڻ اُت پِيوم جِتي ناهي هَلڻُ حُسن رِي.

سونهن وڃايم سومرا ڪيڏي ويو ڪمال،
وڃان ڪِيئن وطن تي هِهڙو وٺي حال،
جي مون ڏِين جمال سونهان سَرتِيُن وچ ۾.

**مديني ۾ عيد:**

مديني شريف جي عيد سعيد جو ڇا ذڪر ڪجي. هڪ طرف عيد ٻئي طرف محبوب جي ديد! اها تہ عيدن ۾ عيد هوندي آهي. ان عيد جو لطف ۽ سرور نہ بيان ڪرڻ ۾ ايندو نہ لکڻ ۾ ايندو بس جن اتي عيد ملهائي هجي ان کي ئي خبر هوندي آهي تہ مديني شريف جي عيد جو ڇا حسين ۽ دلنشين منظر هوندو آهي.



و أما بنعمة ربك فحدث

ماشاءالله

هڪ سال اندر ٻن شمارن جي تڪميل ڪانپوءِ

هاڻي **ٽيون شمارو** مارڪيٽ ۾ اچي رهيو آهي.

## قرآن پاڪ جو سنڌي ترجمو

# فيوض الفرقان في ترجمة القرآن

قرآن مجيد، فُرقانِ حميد اهو آفاقي، الهامي ۽ آسماني الله جو ڪلام آهي جيڪو سڀ ڪلامن جو سردار آهي. ان جي هر لفظ ۾ اسرارن ۽ انوارن جا خزانا آهن. ان ۾ زندگي گذارڻ جا اصول بيان ٿيل آهن. ان ۾ نجات جا نسخا آهن جن تي عمل ڪرڻ ۾ ٻنهين جهانن جي ڪاميابي ۽ ڪامراني جي ضمانت آهي. قرآن کي سمجهڻ لاءِ دلبر سائين پنهنجي سُرهي قلم سان سليس ۽ عام مروج سنڌي ٻوليءَ ۾ ان جو ترجمو ڪيو آهي. جيڪو ٿورڙو سنڌي پڙهيل ماڻهو به آساني سان سمجهي سگهي ٿو. فني اعتبار کان هي ترجمو عالمن ۽ دانائن ۽ دانشورن ۽ سماج جي هر طبقي لاءِ يڪسان مفيد آهي.

ناشر

**جامعه مدينة العلم صالح آباد ملير ڪراچي**

رابطي لاءِ **فقير مجذوب ماڇي** 0301-3461005 **فقير احسان مجاهد ڪرمي** 0300-3671729

www.peerdilbar.com

Scanned with CamScanner

